بسم الله الرحمن الرحيم

مون کان تہ جيڪي ٿي سگھيو اصلاح جي
ڪوشش ڪريان ٿو تہ منهنجي توفيق
الله جي ئي طرف کان آهي

سلسليوار دادو

# الاصلاح

MARCH
2015

جُمادي الأُولىٰ
١٤٣٦ھ

- مڪتوبات امام رباني
- مرشد ڪامل جو سچو عاشق
- ساروڻيون (فقير نالي مٺو)
- جيري جون بيماريون
- ڪاڪ ڇڏي ويا ڪُنڊ تي!
- رجسٽريشن براءِ وفود
- جديد علوم ۽ علماءِ ڪرام

الاصلاح پبليڪيشن دادو

# نعت رسول مقبول ﷺ

**آخوند محمد صالح پيرزادو / ڪنديارو**

مصطفيٰ محبوب تان جان بہ قربان آ
جان مال سارو اهل و عيال بہ قربان آ

ڪيو جنهن پيارو جي ڪجهہ محمّد ڪان
ڪري سو ڪيتري جو عبادت زيان آ

ڄائو ڄام مڪي ۾ جڏ مرحبا سد مرحبا
ٿيو روشن سنسار سارو سيد سچي جي نور سان آ

قائم ٿي ڪائنات سڄي ان جي ڪري
قسم جنهن جو قرآن ۾ ڪنيو خلقڻهار آ

آ اسم عربيءَ جو جنت جي ديوارن تي چٽيل
راضي ان جي ڪري آدم تي ٿيو رحمٰن آ

ڪَيُون عبادت الله جي ثنا مني منتار جي
جو ڪيو شان اعليٰ اُتم سهڻي سردار جو الله آ

پڙهُون درود و سلام سدا سرور متان
بڻيو حقُ اهو ئي اسان تي وڏي ۾ وڏو آ

ٿيون نيڪ "صالح" مدنيءَ جي غلامن جا غلام
عاشقانِ رسول (ﷺ) جي رب ڪان دعا بار بار آ



بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ ○ اِنۡ اُرِیۡدُ اِلَّا الۡاِصۡلَاحَ مَا اسۡتَطَعۡتُ ○

سلسليوار
Sequential

# الاصلاح AL-ISLAH

دادو DADU

شمارو پندرهون: جمادي الاول 1436هه بمطابق مارچ 2015ع قيمت: 30 رپيا

سرپرست اعليٰ: سيدي مرشدي حضرت سچل سائين مدظله العالي

زير نگراني
حضرت صاحبزاده سائين
محمد جعفر صادق طاهر

چيف ايڊيٽر
حضرت علامه حبيب الرحمٰن گبول طاهري

ايڊيٽر: نعمت الله قريشي

سب ايڊيٽر: عبدالله کوکر

سرڪيوليشن مئنيجر: محمد بخش جوڻيجو

ٻانهن ٻيلي: غلام مرتضيٰ چنڙ، ذوالفقار جوڻيجو، قاضي مشهود احمد قريشي، غلام نبي ميمڻ

## سنئاءُ



مواد موڪلڻ لاءِ ايڊريس:
وفا شر طاهري الاصلاح درگاهه الله آباد شريف، ڪنڊيارو ضلع نوشهروفيروز موبائيل نمبر: 0305-3416660
alislahdadu@gmail.com

ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: وفا شر، ڪمپيوٽرلي آئوٽ ۽ ٽائيٽل ڊيزائين: مسعود علي پيٽي






# حضرت پير مٺا سائين ۽ سندن مرشد حضرت پير قريشي قدس سرهما



حضرت پير مٺا سائين اهڙي نموني سندن مرشد شيخ المشائخ حضرت پير فضل علي قريشي مسڪين پوري توڙي انهن جا مشائخ سڀ جو سڀ عاشق رسول عارف بالله، اهل السنة والجماعة جا برک عالم دين ٿي گذريا آهن، انهن ۾ ڪو به جاهل يا رسمي پير نه رهيو آهي، حضرت پير قريشي رحمة الله عليه تبليغ دين جي سلسلي ۾ گهڻو حريص هوندا هيا، ڇا عالم ڇا جاهل جيڪو مليو، جتي مليو ان کي تبليغ ڪندا هيا. عالمن جي اصلاح ۽ سڌاري جو ته ڪين گهڻو اونو هوندو هيو، جيئن اهي لله في الله دين جي خدمت ڪن ۽ شريعت و سنة تي پوري طرح پاڻ عمل ڪري پوءِ ٻين کي تبليغ ڪن.

انهيءَ سلسلي ۾ پاڻ هڪ ڀيرو دفعو دارالعلوم ديوبند به تشريف فرما ٿيا هئا، جنهن کي بنياد بنائي ڪن ديوبندي مولوين اهو چوڻ شروع ڪيو ته پاڻ ديوبندي مسلڪ کي پسند ڪندا هيا، وغيره وغيره حالانڪ حقيقت ائين نه آهي.

ان سلسله ۾ حضرت پيرمٺا قدس سره جي مقرب خليفي بقية السلف حجة الخلف حضرت علامہ مفتي عبدالرحمٰن صاحب الله آبادي دامت برڪاته (جيڪي عالم باعمل انتهائي متقي پرهيزگار انسان آهن) مدير اعلىٰ الاصلاح کي ٻڌايو:

حضرت پير مٺا عليہ الرحمة فرمائيندا هيا تہ حضرت پير قريشي سائين تبليغ دين جي سلسلي ۾ شڪاري وانگر حريص هوندا هيا، جتي شڪار نظر آيو اتي پهچي ويندا هيا. برابر پاڻ دارالعلوم ديوبند ويا، پر تبليغي سلسله ۾، نہ ڪنهن عقيدت جي بنياد تي ويا، نہ پڙهڻ، پڙهائڻ جي لاءِ ويا.

پاڻ ديوبند جي متعدد مسجدن ۾ واعظ، نصيحت، تبليغ ڪيائون، اتي نقشبندي طريقي مطابق قلبي ذڪر جو وظيفو سمجهايائون، وڏن مٽين واري تسبيح سان مراقبو ڪرايائون، جنهن دؤران بعض ديوبندي مولوي حضرات ۽ شاگردن ڪي وجد ۽ جذبا بہ ٿيا. ڪجهہ مولوي صاحبان سندن هٿ تي بيعت تي حلقہ ارادت ۾ داخل ٿي طريقه عاليه نقشبنديه مان فيضياب بہ ٿيا. ۽ ٻين مريدن جيان عقيدت ۽ محبت ۾ مست هوندا هيا ۽ لنگر جو ڪم ڪار بہ ڪندا هيا. جهڙوڪ مولانا عبدالغفور مدني، مولانا نذيراحمد صاحب، حضرت پير مٺا سائين ٻڌايو تہ هڪ دفعه مولانا نذيراحمد صاحب ڪي وجد ٿيو، بلڪل بي اختيار ٿي حضرت پير قريشي جي چوڌاري چڪر ڏيڻ لڳو ۽ زبان سان چئي پيو تہ اڳ ۾ ديوبنديت جو مزو چکيو هيو، هاڻي عشق جو مزو چکون ٿا.

هڪ دفعي درگاهہ مسڪين پور شريف ۾ فقيرن جي وضو ڪرڻ مهل مولانا عبدالغفور مدني هٿ سان نار ڪي ڦيرائي رهيو هيو تہ مٿس وجد طاري ٿي ويو تانته نماز با جماعة ٿي وئي ۽ نماز عصر جو آخري وقت ٿي ويو، خبر پوڻ تي حضرت صاحب جن هڪ ماڻهو موڪليو تہ مولانا

صاحب کي وجي چئو تہ فقير سڀ وضو ڪري ويا توهان هلو هلي نماز پڙهو وقت ٿو قضا ٿئي.

حضرت پير مٺا سائين جن ٻڌايو تہ جڏهن حضرت پير قريشي قدس سره هندستان جي سفر ۾ حضرت خواجہ معين الدين اجميري قدس سره جي مزار تي حاضر ٿيا تہ مزار مبارڪ کي چمي ڏنائون، توڙي جو پاڻ ساز سرور ٻڌڻ جا مخالف هيا، پر بزرگ جي مزار تي سندن طريقي تي عمل ڪندي قوالي ٻڌائون ۽ قوالن کي پيسا بہ ڏنائون، مراقبي ۾ حضرت خواجہ اجميري سان ڪشف ۽ حال ۾ ملاقات ڪيائون، بزرگن ڪين کي نصيحتون، وصيتون بہ فرمايائون، جڏهن هندستان کان موٽيا تہ لاهور ۾ حضرت داتا گنج بخش علي هجويري جي مزار تي حاضر ٿيا، ايصال ثواب ڪيائون، معمول مطابق مراقبہ ڪيائون، ۽ مراقبہ ۾ ڪافي دير تائين وينا رهيا، تانته عصر نماز جو آخري وقت ٿي ويو، تڪڙا تڪڙا آيا، فقيرن سان گڏجي جماعة سان نماز پڙهيائون، پوءِ ٻڌايائون تہ مراقبہ ۾ حضرت داتا سان ملاقات ٿي، پاڻ پنهنجي نندپڻ جي زماني کان وٺي حال احوال ٻڌائڻ شروع ڪيائون، تفصيلي احوال ٻڌائيندا رهيا، آخر ۾ فرمايائون هاڻي وڃي عصر نماز پڙهو، فقير انتظار ۾ آهن، اسان جي طرفان بہ اوهان کي وڏيڪ اهي ئي نصيحتون آهن، جيڪي حضرت خواجہ معين الدين اجميري قدس سره فرمايون هيون.

هاڻي ڏسو تہ ڪٿي اجمير شريف ۽ ڪٿي لاهور، وري نصيحتن جي بہ خبر تہ ڪهڙيون نصيحتون ٿيون، وري

نماز عصر ۾ دير جي خبر، معلوم ٿيو ته صاحب مزار بزرگن کي الله تعالیٰ ويجهي پري، زمين تي گهمندڙ توڙي مزارن ۾ آرامي بزرگن جي حال احوال جي به ڄاڻ عطا فرمائي ٿو. قبر وارن کي بي خبر اڻ ڄاڻ، مري مٽي ڇوڻ جهالت، انهن جي مقامات کان بي خبري آهي.

تمام اهل السنة بالخصوص نقشبندي مجددي فضلي غفاري سڏائڻ وارن کي ان قسم جي عقائد تي ڪاربند رهڻ گهرجي، جيڪي حضرت امام رباني، پير قريشي ۽ پير مٺا سائين، پير سهڻا سائين قدس سرهم جا هيا ۽ هن وقت حضرت پير سجڻ سائين مدظله جن عقائد جي تبليغ ۽ تلقين ڪن ٿا.

**حبيب الرحمٰن بخشي طاهري**

## طب نبوي ﷺ

1. جيڪي ماڻهو ڪاڏي ڪائڻ کان اڳ ۾ ٿورڙو لوڻ چکن ته اهي 30 قسمن جي بيمارين کان نجات حاصل ڪري سگهن ٿا.
2. ڪجور (خارڪ) کي ناشتي وقت استعمال ڪيو تانته توهان جي اندرئين جراثيمن جو خاتمو ٿي سگهي.
3. غم ۾ مبتلا هجو ته کير پي ڇڏيو.
4. زڪام کان نه گهبرايو، هي اوهان کي جنون کان محفوظ رکندو آهي.
5. ڪلونجي ۾ موت کان سواءِ هر بيماريءَ جي شفا رکيل آهي.
6. اک جو (ڏُکجڻ) انڌي ٿيڻ کان محفوظ رکندو آهي.
7. ڪنگهه ٿيڻ کان فالج جي مرض مان حفاظت رهندي آهي.

*تنزيلا مختيار پيرزادو / سکر*

# درس قرآن خالق ڪائنات جي بندگي



مولانا غلام مجتبىٰ راهوجو طاهري نقشبندي
مدرس جامعه عربيه غفاريه

أَعُوذُ بِاللهِ مِنَ الشَّيطٰنِ الرَّجِيم

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

يَا أَيُّهَا النَّاسُ اعۡبُدُوا رَبَّكُمُ الَّذِي خَلَقَكُمۡ وَالَّذِيۡنَ مِنۡ قَبۡلِكُمۡ لَعَلَّكُمۡ تَتَّقُونَ

(سورة البقره)

ترجمو: اي انسانو! عبادت ڪيو توهان پنهنجي رب جي جنهن توهان کي پيداڪيو ۽ انهن کي بہ جيڪي توهان کان پهريان آهن تان تہ توهان پرهيزگار بڻجو.

**تفسير:** قرآنِ ڪريم جي اِن آيت مبارڪ ۾ الله رب العالمين تمام انسان ذات سان خطاب فرمايو آهي ياايها الناس يعني اي انسانو ۽ حڪم ڏنو آهي تہ پنهنجي پالڻهار جي بندگي ڪريو. اعبدوا قرآنِ ڪريم جي هن مبارڪ لفظ جي تفسير ۾ علامہ جلال الدين سيوطي رحمة الله عليہ تفسير جلالين ۾ لکيوآهي تہ وَحّدُوا يعني هيڪڙائي بيان ڪيو توهان. جيڪي. يعني علامہ جلال الدين سيوطي رحمة الله عليہ عبادت مان مراد توحيد وٺي رهيو آهي ۽ اهو حضرت ابن عباس جي روايت جي مطابق آهي.

قَالَ اِبۡنُ عَبَّاسٍ كُلُّ مَا وَرَدَ فِي الۡقُرآنِ مِنَ الۡعِبَادَةِ فَمَعۡنَاهُ التَوۡحِيدُ.

يعني ابن عباس رضي الله عنہ فرمايو تہ قرآنِ ڪريم ۾ جتي عبادت جو لفظ آيو آهي ان جي معنىٰ توحيد آهي.

مذڪوره بالا روايت جي مطابق ان آيت مبارڪ ۾ جميع انسان ذات کي توحيد جي دعوت ڏني وئي آهي ۽ ان دعوىٰ توحيد کي ثابت ڪرڻ جي لاءِ ان ئي آيتِ مبارڪه ۾ دليل انفسي کي قائم ڪيو ويو آهي. ۽ اهو دليل انفسي هي آهي تہ الَّذِي خَلَقَكُمْ وَالَّذِينَ مِن قَبْلِكُمْ. يعني ان رب جي توحيد بيان ڪيو جنهن توهان کي ۽ توهان کان پهريان اچڻ وارن کي پيدا ڪيو آهي.

لَعَلَّكُمْ تَتَّقُونَ هنن لفظن سان الله رب العٰلمين ثمره عبادت بيان ڪيو آهي تہ توهان جڏهن خدا جي عبادت ڪندوَ تہ توهان متقي بنجي ويندوَ ۽ الله جي عبادت جي ڪري خدا جي عذاب کان بچي پوندوَ.

قارئين ڪرام! ان آيتِ مبارڪ ۾ الله رب العزت انسان ذات کي زندگي جي مقصديت جي طرف توجه ڏياريو آهي جيئن قرآن ڪريم جي ٻي آيت جيڪا سورة ذاريات ۾ آهي ارشاد آهي: وَمَا خَلَقْتُ الْجِنَّ وَالْإِنسَ إِلَّا لِيَعْبُدُونِ يعني مون جنن ۽ انسانن کي پنهنجي عبادت ۽ بندگي لاءِ ئي پيدا ڪيو آهي. بقول شاعر:

جانور پیدا ہوئے تیری وفا کے واسطے
چاند سورج اور ستارے ہیں ضیا کے واسطے
یہ کھیتیاں سرسبز ہیں تیری غذا کے واسطے
اے غافل انسان! سارا جہان تیرے لیے
مگر اِک تو خدا کے واسطے

اے غافل انسان! سارا جہان تیرے لیے
مگر اِک تو خدا کے واسطے

۽ ان آيتِ مبارڪ ۾ زندگي جي مقصد کي بيان ڪرڻ کان بعد الله رب العالمين انسان ذات کي نتيجه عبادت يعني تقويٰ جي طرف توجه ڏياريو آهي تہ الله رب العالمين جي بندگي ڪرڻ سان توهان کي تقويٰ نصيب ٿيندي ۽ تقويٰ وارن سان خدا گڏ هوندو آهي، جيئن قرآن ڪريم ۾ آهي: وَاعْلَمُوا اَنَّ اللّٰهَ مَعَ الْمُتَّقِيْنَ.(سورة توبه) ”۽پڪ ڄاڻو تہ الله متقين سان گڏ آهي.“

۽ صاحبِ تقوىٰ ٻانها ئي الله رب العالمين جي نظر ۾ سڀ کان وڏيڪ معزز آهن، جيئن ارشادِ رباري تعالىٰ آهي: اِنَّ اَكْرَمَكُمْ عِنْدَاللّٰهِ اَتْقَاكُمْ (الحجرات) يعني بيشڪ توهان سيني مان معزز ترين الله وٽ پرهيزگار ۽ متقي ٻانهو آهي. ۽ حديث مبارڪ ۾ آهي: عَنْ اَبِي هُرَيرَه رَضِيَ الله عنه قَالَ قِيْلَ يَارَسُولَ اللّٰه مَنْ اَكْرَمُ النَّاسِ قَالَ اَتْقَاهُمْ. (رياض الصالحين ص 51).

حضرت ابوهريره رضي الله تعالىٰ عنہ کان روايت آهي تہ حضور ﷺ کان دريافت ڪيو ويو يارسول الله ماڻهن مان سڀ کان وڏيڪ عزت وارو ڪير آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ اتقاهم يعني جيڪو انهن مان سڀ کان وڏيڪ پرهيزگار ۽

     

درس حديث

# مريض جي عيادت ڪرڻ جي فضيلت

مولانا حافظ محمد رفيق مينگل طاهري مدرس جامعه عربيه غفاريه

**حديث:** عَنْ ثَوْبَانَ مَوْلَى رَسُولِ اللهِ ﷺ قَالَ مَنْ عَادَ مَرِيضًا لَمْ يَزَلْ فِي خُرْفَةِ الْجَنَّةِ قِيلَ يَا رَسُولَ اللهِ ﷺ وَمَا خُرْفَةُ الْجَنَّةِ قَالَ جَنَاهَا (مسلم شريف)

ترجمه: رسول الله ﷺ جن جي غلام حضرت ثوبان رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو! جنھن شخص مريض جي عيادت ڪئي اهو هميشہ خُرفه جنت ۾ رهندو. سندن کان پڇا ڪئي وئي يارسول الله ﷺ خرفه جنت مان مراد ڇا آهي؟ تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ خرفه جنت مان مراد جنت جو باغ آهي.

**تشريح:** هن حديث مبارڪه ۾ مريض جي عيادت ڪرڻ جي فضيلت بيان ڪئي وئي آهي تہ جيڪو شخص مريض جي عيادت (طبع پرسي) ڪندو تہ الله عزّوجل پنھنجي رحمت سان ان جي مٿان مهرباني فرمائيندو تہ جيترو وقت بہ اهو اتي ويٺل هوندو الله تعالىٰ جي رحمت ان جي مٿان وسندي رهندي. ان ڪري حديث شريف ۾ ٻڌايو ويو تہ اهو شخص جنت جي باغن ۾ موجود هوندو، يعني ان جي مٿان مهرباني ٿيندي رهندي. مريض جي طبع پرسي ڪرڻ سان مريض جو حوصلو بلند ٿيندو آهي، ان ڪري مريض جي عيادت ڪرڻ وقت ان کي دلاسو ڏجي، ان جي صحتيابي لاءِ دعا گهرجي، تانته ان کي وڏيڪ حوصلو ملي.

هڪ ٻي حديث شريف ۾ حضور نبي ڪريم ﷺ جن ارشاد فرمايو تہ: مريض جي عيادت ڪيو، جنازن سان گڏ وڃو

اهي توهان کي آخرت جي ياد ڏياريندا. (الادب المفرد ص 137)

مريض جي عيادت جي باري ۾ هڪ ٻي روايت ۾ آهي حضرت علي المرتضيٰ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ جيڪو شخص شام جي وقت کنهن مريض جي عيادت جي لاءِ ويندو آهي تہ ان سان گڏ 70 هزار ملائڪہ ويندا آهن جيڪي صبح تائين ان جي لاءِ استغفار ڪندا رهندا آهن ۽ جيڪو شخص صبح جي وقت ڪنهن مريض جي عيادت لاءِ ويندو آهي تہ ان سان گڏ 70 هزار فرشتا ويندا آهن جيڪي شام تائين ان جي لاءِ استغفار ڪندا رهندا آهن. (ابودائود شريف ج 2، ص 86). عيادت ان اعتبار سان ڪئي وڃي تہ اها حضور نبي ڪريم ﷺ جن جي پياري سنت آهي، پاڻ ڪريم ﷺ جن انهن جي بہ طبع پرسي ڪئي جيڪي سندن سان دشمني رکندا هئا، معلوم ٿيو تہ عيادت سنت جي نيت سان ڪئي ويندي تہ ان تي اجر ۽ ثواب ملندو. جهڙي طرح حديثن ۾ ان جي فضيلت بيان ڪئي وئي آهي.

**عيادت جا آداب:**

عيادت جي آداب مان هي بہ آهي تہ مريض وٽ گهڻي دير نہ ويهجي جو مريض تنگ ٿي وڃي. جڏهن مريض جي عيادت ڪرڻ وڃي تہ ان کي صبر ڪرڻ جي يعني تڪليف تي صبر ڪرڻ جي تلقين ڪري ۽ ان سان تسلي بخش ڳالهيون ڪري. يعني ان کي آٿت ڏئي. ان جي سامهون اهڙيون ڳالهيون ڪري جنهن سان مريض خوش ٿئي. ان کي اهي حديثون ٻڌائي جن ۾ هي ذڪر آهي تہ بيماري جي ڪري گناه معاف ٿيندا آهن ۽ ان کي توبہ ۽ استغفار ڪرڻ جي

تلقين ڪري ۽ الله عزّوجل جي ذڪر ڪرڻ لاءِ چوي ۽ حالتِ مرض ۾ نماز پڙهڻ ۽ جيڪي عبادتون ڪرڻ جي اهو طاقت رکي انهن عبادتن جي ڪرڻ جي ان کي تلقين ڪري. ۽ مريض کي هن طرح جو حديثون ٻڌائي. جهڙي طرح حضرت جابر بن عبدالله رضي الله عنہ بيان ڪن ٿا تہ حضور نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو! تہ جيڪو مؤمن يا مومنه يا مسلم يا مسلمه بيمار ٿيندو آهي تہ الله تعاليٰ ان بيماري جي ڪري ان جا گناهہ مِٽائي ڇڏيندو آهي.(مجمع الزوائدج 2، ص 301)

حضرت حسن بصري رضي الله عنہ بيان ڪري ٿو تہ حضرت عمران بن حصين رضي الله عنہ جن سخت بيمار ٿيا تہ اسان ان جي عيادت ڪرڻ وياسين، حسن بصري چيو تہ سندن کي ان حالت ۾ ڏسي مون کي ڏاڍو افسوس ٿيو،تہ ان تي حضرت عمران بن حصين رضي الله عنہ چيو تہ ائين نہ چئو. الله جو قسم مونکي سڀ کان وڌيڪ اهو پسند آهي جيڪو سڀ کان وڌيڪ الله تعاليٰ کي پسند آهي. لله تعاليٰ فرمايو آهي:

وَمَآ اَصَابَكُمْ مِنْ مُّصِيبَةٍ فَبِمَا كَسَبَتْ اَيْدِيكُمْ وَيَعْفُوا عَنْ كَثِيرٍ (سورة شوريٰ :30)

ترجمه: ۽ توهان کي جيڪا مصيبت پهتي آهي تہ اها توهان جي هٿن جي ڪمائي جي سبب پهتي آهي ۽ توهان جي گهڻن ئي گناهن کي اهو معاف تو ڪري ڇڏي.

عيادت جي آداب ۾ هيءَ ڳالهہ بہ شامل آهي تہ جيڪڏهن مريض غريب هجي تہ ان جي علاج جي لاءِ حيثيت آهر ڪجهہ پيسا ڏوڪڙ ان کي ڏئي، ۽ جيڪڏهن مريض امير هجي تہ کائڻ پيئڻ جون شيون طبعيت موافق مثلاً ميوا وغيره کڻي وڃجن.

مڪتوب نمبر: 31



# توحيد وجودي ۽ توحيد شهودي

شيخ الحديث والتفسير حضرت علامه مولانا حبيب الرحمٰن گبول طاهري نقشبندي

**خلاصہ:** حضرت امام رباني قدس سره هن مڪتوب شريف ۾ جيڪو پان ان وقت جي مشهور بزرگ حضرت محمد عليہ الرحمہ جيڪو شيخ صوفي جي نالي سان مشهور هيو ۽ متجري سو بہ هيو ڏانهن تحرير فرمايائون، ان ۾ هڪ غلط فهمي جو ازالو ڪرڻ سان گڏوگڏ توحيد وجودي ۽ قرب ومعيت الٰهي جو قدري تفصيل سان ذڪر فرمايو اٿن.

**عبارت مڪتوب:**

**ثبتنا الله سبحانه وتعالیٰ علیٰ متابعة سيدالمرسلين.**

**ترجمه:** شال الله سبحانه وتعالیٰ اسان سيني کي حضور سيدالمرسلين عليه وعلیٰ آله وعليهم من الصلوات افضلها ومن التسليمات اڪملها جي تابعداري عطا فرمائي. (آمين)

هڪ شخص جيڪو توهان جي مجلس شريف ۾ حاضر هيو، ان ٻڌايو تہ ميان نظام ٿا نيسري جي هڪ مريد ان مجلس ۾ هن فقير(حضرت امام رباني قدس سره) جي باري ۾ ڪجهہ ٻڌايو، ۽ چيو تہ اهو وحدت وجود جو انڪار ٿو ڪري ان نقل ڪندڙ (متين ڳالهہ ٻڌائڻ واري) مون کي گذارش ڪئي تہ ان باري ۾ جيڪا حقيقت آهي، توهان جي خادمن ڏي لکي موڪليان. جيئن ماڻهو اها ڳالهہ اڳتي نہ وڌائن ۽ بدگماني ۾ نہ پون. جو اِنَّ بَعۡضَ الظَّنِّ اِثۡمٌ(ڪي گمان گناهہ

آهن) ان جي گذارش قبول ڪندي ڪجهہ ڪلما لکي اوهان کي تڪليف ڏجي ٿي.

مخدوم، محترم نندپڻ جي زماني کان هن فقير جو عقيدو توحيد (وجودي) وارن جو مشرب رهيو هيو، ۽ هن فقير جو والد بزرگوار (حضرت مخدوم عبدالاحد عليه الرحمه) بظاهر انهيءَ مشرب وارو هيو ۽ بي ڪيفي جي مرتبي ڏانهن پوري طرح باطني نگراني (۽ توجه) حاصل هجڻ باوجود پاڻ هميشہ هميشہ انهيءَ طريقي (توحيدي وجودي) ۾ مشغول رهيو.

ابن الفقيه نصف الفقيه (عالم جو پٽ اڌ عالم) چواڻي موجب هن فقير کي علمي لحاظ سان ان مشرب مان گهڻو حصو حاصل ٿيو ۽ ان مان ڏاڍي لذت حاصل ڪيم. تانته الله سبحانه وتعالىٰ پنهنجي خاص ڪرم سان هدايت جي مرڪز، حقيقت ۽ معرفة کان باخبر، پسنديده دين جي تائيد ڪرڻ واري، اسان جي مرشد ۽ سائين قبله محمد الباقي قدس سره جي خدمت ۾ پهچايو ۽ پاڻ هن فقير کي طريقه عاليه نقشبنديه جي تعليم ڏنائون ۽ هن مسڪين جي حال تي گهڻي توجه جي مهرباني فرمايائون.

هن طريقه عاليه جي اختيار ڪرڻ کان پوءِ ٿورڙي ئي وقت ۾ توحيد وجودي چٽي نموني معلوم ٿي ۽ ان جي وضاحت ۾ تمام گهڻو واڌارو آيو. ۽ هن مقام جا علوم ومعارف گهڻا ظاهر ٿيا ۽ هن مرتبہ جي انهن اسرارن مان شايد ئي ڪو راز اهڙو هجي جو رهجي ويو هجي ۽ منهنجي اڳيان واضح نہ ٿيو هجي. ۽ حضرت شيخ محي الدين ابن

عربي وارا دقائق معارف (معرفتن جا اونها راز) بہ جيئن جو تيئن واضح ڪيا ويا ۽ تجلي ذاتي جنهن جو صاحب فصوص (حضرت ابن عربي رحمة الله عليه) بيان ڪيو آهي.

۽ پاڻ عروج جي انتها ان ڪان سواءِ نہ ٿا ڄاڻن ۽ ان تجلي جي باري ۾ فرمائين ٿا وَمَابَعْدَهٰذَااِلَّاالْعَدَمُ.اَلْمُحْضُ.(هن ڪان بعد عدم محض ڪان سواءِ ڪجهہ نہ آهي) هن فقير کي ان تجلي سان بہ مشرف فرمايائون. ۽ ان تجلي جا علوم ۽ معارف جن کي شيخ (ابن عربي عليہ الرحمة) خاتم الولاية سان مخصوص سمجهن ٿا اهي بہ تفصيل سان معلوم ٿيا، ۽ ان توحيد (وجودي) ۾ سڪر وقت ۽ حال جو غلبو (بي خودي جي ڪيفيت) ان حد تائين پهتي جو ڪجهہ عريضن ۾ جيڪي حضرت خواجه (محمد باقي بالله قدس سره) ڏانهن لکيا هي بہ بيت بہ لکيا هيم جيڪي سراسر سڪر وارا آهن.

رباعي: اے دريغا کين شريعت ملت اعمائي است

ملت ما کافري وملت ترسائي است۔

افسوس جو هي شريعت نابينن وارو طريقو آهي، اسان جي واٽ ڪافرن واري ۽ اسان جو طريقو باهہ جي پوڄارين وارو آهي. ڪفر ۽ ايمان (ٻئي) ان خوبصورت پري جا وار ۽ چهرو آهن، اسان جي واٽ ۾ ڪفر ۽ ايمان هڪ جهڙا آهن.

۽ اها حالت گهڻو عرصو رهي، مهينن ڪان وٺي سالن تي وڃي پڄاڻي ڪيائين. اوچتو الله تعالىٰ جي بي انتها مهرباني غيب جي دري مان ظاهر ٿي، ۽ بي چوني وبي چگوني (بي مثل وبي مثال) ڇهري کي ڍڪيندڙ پردي کي پري اڇليائين.

۽ اڳي وارا علم جن مان اتحاد ۽ وحدة وجود جي خبر پوي پئي اهي ختم ٿيڻ لڳا. احاطه سريان، قرب ۽ معيت ذاتيہ جيڪي ان مقام ۾ ظاهر ٿيا هيا اهي لڪي ويا ۽ يقيني طور معلوم ٿيو تہ الله جل شانہ کي دنيا سان هنن مذڪوره نسبتن مان ڪا بہ نسبت ثابت نہ آهي.

الله تعالیٰ جو احاطو ۽ قرب علمي آهي، جهڙي نموني اهل حق يعني اهل السنة الله تعالیٰ انهن جي ڪوشش کي قبول فرمائي، وٽ مقرر ۽ ثابت آهي. الله تعالیٰ ڪنهن شيءِ سان متحد نہ آهي، اهو (الله) اهو (الله تعالیٰ ئي) آهي ۽ دنيا دنيا آهي. ان جي پاڪ ذات بي چنون بي چگو (بي مثل ۽ بي ڪيفيت) آهي ۽ دنيا چوني ۽ چگوني (مثل ۽ ڪيفيت) جي داغ سان داغدار (نشان بر) آهي بي چون (بي ڪيف ذات) کي چون (ڪيفيت واري) ڪيئن ٿو چئي سگهجي

واجب تبارڪ وتعالیٰ کي ممڪن جو عين نٿو چئي سگهجي، قديم هرگز حادث (نئين پيدا ٿيل) جو عين ٿي نٿو سگهي، ممتنع العدم (جيڪا ذات ڪڏهن بہ ختم ٿيڻ واري ناهي) جائز العدم (جيڪو ختم ٿي سگهي) جو عين ٿي نٿو سگهي، حقيقتن جو انقلاب (انهن ۾ تبديلي) عقلي ۽ شرعي طور محال آهي، انهن مان هڪڙي کي ٻئي تي حمل ڪرڻ (هڪڙي جي ثبوت مان ٻيو ثابت ڪرڻ) جي صحت اصلي ۽ بنيادي طورممتنع (ناممڪن) آهي.

هن ڳالهہ تي تعجب آهي تہ حضرت شيخ ابن عربي ۽ ان جا پوئلڳ الله تعالیٰ جي ذات کي مجهول مطلق چون ٿا ۽

ان ڪي ڪنهن بہ حڪم سان محڪوم عليه (جنهن تي ڪو حڪم لڳائجي) نٿا سمجهن، ان سان گڏوگڏ ذاتي احاطه، قرب ۽ معيت ذاتيه بہ ثابت ڪن ٿا، حالانڪه اهو ئي الله تعالیٰ جي ذات تي حڪم لڳائڻ آهي.

ان ڪري صحيح ڳالهہ اهائي آهي، جيڪا علماءِ اهل السنة بيان فرمائي آهي. يعني قرب علمي ۽ احاطه علمي (مراد آهي).

ان زماني ۾ جيڪي علوم ۽ معارف توحيد وجودي واري مشرب خلاف حاصل ٿيندا هيا فقير گهڻو بي قرار ٿي ويندو هيو، چو تہ هن توحيد کان مٿاهين ڪا بہ شيءِ نہ ڄاڻندو هوس، ان ڪري عاجزي ۽ نيازي سان هيءَ دعا گهرندو هوس تہ اها معرفت هٽان نہ وڃي. تانته مقصد جي وات ۾ سامهون ايندڙ سمورا حجابات يعني پردا پري ٿي ويا ۽ جيئن جو تيئن حقيقت ڪلي ظاهر ٿي وئي. ۽ معلوم ٿيو تہ عالم (هيءَ دنيا) توڙي جو صفاتي ڪمالات جو آئينو ۽ ظهورات اسماءِ جو جلوه گاهہ (مظهر) آهي، پر عين ذات جو مظهر نہ آهي ۽ عين اصلي (ذات) جو ظل (پاڇو) نہ آهي، جيڪو توحيد وجودي وارن جو مذهب آهي.

هيءَ بحث هڪ مثال سان واضح ٿئي ٿو، مثال طور هڪ ڄاڻندڙ فنن جي ماهر پنهنجي مختلف ڪمالات کي ظاهر ظهور ڪرڻ چاهيو ۽ پنهنجي لڪيل خوبين کي واضح ڪرڻ گهريو، جنهن لاءِ ان حروف ۽ آواز ايجاد ڪيا ۽ انهن جي آئينه ۾ (پس پرده) پنهنجا مخفي ڪمالات ظاهر ڪيا تہ ان صورت ۾ ائين تہ نہ چئبو تہ اهي حروف ۽ آواز جيڪي انهن مخفي

ڪمالات جي لاءِ آئينو ۽ مظهر آهن، اهي ئي انهن ڪمالات جو عين آهن يا بذات خود انهن ڪمالات کي محيط آهن، يا بالذات ان کان ويجهڙا آهن يا هنن کي معيت ذاتي حاصل آهي... بلڪ انهن جي وچ ۾ دال ۽ مدلول هجڻ واري نسبت آهي (جو هڪ جي ڏسڻ يا ٻڌڻ سان ٻئي جو پتو پوي ٿو.)

حروف ۽ آواز انهن ڪمالات تي دلالت ڪن ٿا (ڏس ڏين ٿا) ۽ اهي ڪمالات پنهنجي خالص غير مقيد حالت ۾ موجود آهن، ۽ اهي نسبتون جيڪي ظاهر ٿيون سي وهمي ۽ خيالي آهن، حقيقت ۾ انهن نسبتن مان ڪا به نسبت ثابت نه آهي، پر جيئن ته انهن ڪمالات ۽ انهن حرفن ۽ آوازن ۾ ظاهر ۽ مظهر هجڻ جي ۽ دال مدلول هجڻ جي نسبت آهي، ان ڪري اها منابست بعض ماڻهن لاءِ ڪن سببن جي ڪري ان وهمي نسبت حاصل ٿيڻ جوذريعوثابت ٿئي ٿي.حالانڪ حقيقت۾اهي ڪمالات،انهن سيني نسبتن کان خالي۽پاڪ آهن

۽ اسان جنهن جو بيان ڪيون پيا (خالق ۽ مخلوق ۾ نسبت جي باري ۾) ان ۾ به دال ۽ مدلول، ظاهر ۽ مظهر هجڻ واري تعلق کان سواءِ ٻي ڪا نسبت نه آهي. عالم (دنيا) پنهنجي صانع جل شانہ (ناهيندڙ) جي وجود جي علامت، ۽ ان سبحانہ وتعالیٰ جي اسمائي ۽ صفاتي ڪمالات جي ظاهر ڪرڻ لاءِ مظهر آهي ۽ اهو ئي تعلق ڪن سببن جي ڪري بعض ماڻهن لاءِ وهمي احڪام جو ذريعو بڻجي ٿو. ڪن ماڻهن کي توحيد جي مراقبات جي ڪثرت انهن احڪام (اتحاد عينيت) ڏي آڻيندي آهي، جو ته انهن مراقبن جي صورت خيالي قوت ۾ نقش ٿي ويندي آهي ۽ وري ڪن

ماڻهن کي توحيد جو علم ۽ ان جو تڪرار (انهن احڪام سان هڪ قسم جو ذوق ۽ دلچسپي پيدا ڪندو آهي ۽ توحيد جون اهي ٻئي صورتون ڪمزور ۽ (فقط) دائره علم ۾ داخل آهن، انهن جو حال سان ڪو واسطو نہ آهي ۽ ڪن ماڻهن لاءِ انهن احڪام جي حاصل ٿيڻ جو سبب محبت جو غلبو آهي. جو تہ محبوب جي محبت جي علبي جي ڪري محب جي نظر مان محبوب کان سواءِ هر شيءِ هٽي ويندي آهي ۽ اهو محبوب ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ نہ ڏسندو آهي ان جو اهو مطلب نہ آهي تہ محب ڪان سواءِ ٻيو ڪجهہ ڪونهي جو تہ اها ڳالهہ حس ۽ عقل ۽ شريعت جي برخلاف آهي. ڪڏهن ڪڏهن تہ اهائي محبت احاطہ ۽ ذاتي قرب وارو حڪم لڳائڻ جو سبب بڻبي آهي.

توحيد جو هي قسم اڳ ۾ بيان ڪيل ٻنهي قسمن کان وڏيڪ آهي ۽ دائره حال ۾ داخل آهي، توڙي جو (اهو بہ) حقيقت حال جي مطابق ۽ شريعت جي موافق نہ آهي، شريعت ۽ حقيقت سان ان کي مطابق (ثابت) ڪرڻ بہ محض تڪلف آهي، جهڙي نموني فلسفين جا بيهوده تڪلفات، جو انهن مان مسلمان فلسفي چاهيندا آهن تہ پنهنجي فاسد (غلط) اصولن کي شريعت جي مطابق ڪن، ڪتاب اخوان الصفا ۽ ڪجهہ اهڙا (ٻيا ڪتاب) انهيءَ نموني جا آهن.

هن بحث جو خلاصو هي آهي تہ ڪشفي خطا جو حڪم بہ اجتهادي خطا وارو آهي، جو عتاب (يامالامت غلط قرار ڏيڻ) ان کي معاف آهي بلڪ صواب (حق) جي درجن مان هڪ درجو ان جي حق ۾ ثابت آهي. البتہ انهن ۾ اهو

فرق آهي تہ مجتهد جي مقلدن جو حڪم بہ مجتهد وارو هوندو آهي، خطا تي وڃڻ جي صورت ۾ بہ اهو صواب (سڌائي ۽ درستي) جي درجن مان هڪ درجہ جو حقدار آهي برخلاف ڪشف وارن (صوفياءِ) جي مقلدن جي جو اهي معذور نہ آهن ۽ ان ڪري اهي خطا تي وڃڻ جي صورت۾ صواب جي درجہ کان محروم رهن ٿا، ڇو تہ الهام ۽ ڪشف ٻين تي حجت نہ آهن. ۽ مجتهد جو قول ٻين تي حجت آهي.

ان ڪري پهرين (ڪشف وارن بزرگن جي) تقليد خطا جي احتمال هجڻ ڪري درست نہ آهي ۽ ٻي (مجتهد شرعي) جي تقليد خطا جي احتمال هجڻ جي صورت۾ بہ درست آهي. بلڪہ واجب آهي. ۽ بعض سالڪن جو شهود جيڪو تعينات ڪونين (موجودات) جي آئيني ۾ آهي، اهو بہ مٿي بيان ڪيل احڪام جي قسم مان آهي، ان شهود کي شهود وحدت درڪثرت (گهڻن ۾ هڪ جو مشاهدو ڪرڻ) يا شهود احديت درڪثرت نالو رکيو اٿن، ان ڪري جو واجب تعالىٰ جيڪو بي چون ۽ بي چگو نہ (بي مثل ۽ بي ڪيفيت) آهي اهو چون (مخلوق) جي آئينہ ۾ هرگز نٿو سمائجي ۽ چندي (مخلوق) جي پهچ ۾ نٿو اچي لامڪاني، مڪاني ۾ گنجائش نٿو رکي بي چون کي چون جي دائره (جنهن ۾ مخلوق وسي رسي ٿو) کان ٻاهر ڳولڻ گهرجي ۽ لامڪاني کي مڪان کان ٻاهر تلاش ڪرڻ گهرجي، جو ڪجهہ بہ آفاق ۽ نفس ۾ (ٻاهرين دنيا ۽ پنهنجو پاڻ ۾) ڏسجي ٿو، اهو حق تعالىٰ جون علامتون ۽ نشانات آهن.

دائره ولايت جي قطب يعني حضرت خواجه نقشبند

(بهاؤ الدين بخاري) قدس الله تعالیٰ سره الاقدس فرمايو آهي جيڪو ڏٺو ويو، جيڪو ٻڌو ويو ڄاتو ويو، اهو سڀ غير آهي، ڪلمہ لا (لاالٰہ) جي حقيقت سان ان جي نفي ڪرڻ گهرجي.

در تنگنائے صورت معنیٰ چگونہ گنجد ۔ در کلبہ گدایان سلطان چہ کار دارد

صورت پرست غافل معنیٰ چہ داند آخر، کو باجمال جانان پنہان چہ کار دارد

صورت جي تنگ جڳهہ ۾ معنيٰ (وسيع معنيٰ) نٿي سمائجي گداگر جي (تنگ ۽ معمولي) گهر ۾ بادشاهہ جو ڪهڙو ڪم (جو اتي هلي اچي)

صورت جو پوڄاري غافل (انسان) آخر معنيٰ ڪيئن ڄاڻندو ان ڪي محبوب جي مخفي جمال سان ڪهڙو ڪم (جو ان ڪي ڏسي پسي)

جيڪڏهن چون (اعتراض ڪن) تہ اڪثر مشائخ نقشبند ۽ ٻين (سلسلن جي) بزرگن جي عبارتن ۾ جيڪو لکيل آهي، ان مان وحدت وجود احاطو، قرب، معيشت ذاتيہ ۽ ڪثرة ۾ وحدت ۽ ڪثرة ۾ احديت جو مشاهدو صاف معلوم ٿي رهيو آهي، ان جي جواب ۾ اسان چونداسين تہ اهي احوال، مشاهدا، انهن ڪي احوال (سلوڪ) جي درميان ۾ حاصل ٿيا هوندا، ان ڪان پوءِ اهي ان مقام ڪان اڳتي وڌي ويا هوندا جيئن هن فقير اڳ ۾ پنهنجي احوال جي باري ۾ لکيو آهي، ٻيو جواب هيءُ آهي تہ ڪجھ ماڻهو اهڙا بہ آهن جن ڪي باطن ۾ احديت صرف ڏانهن پورو توجه حاصل آهي (پر جيئن تہ) انهن جو باطن ڪثرة بين (گهڻا ڏسندڙ) آهي تن ڪي انهن احڪام ۽ شهود سان مشرف ڪن ٿا.

(ان نموني) اهي باطن ۾ احديت جا نگران آهن ۽ باطن ۾ مطلوب جو مشاهدو ڪثرۃ ۾ ڪن ٿا جيئن (هن فقير پنهنجي) والد گرامي جو احوال هن مڪتوب جي منڍ ۾ ٻڌايو هيو.

هن جواب جو تحقيق ان رسالي ۾ تفصيل سان لکيو ويو آهي، جيڪو مراتب وحدۃ وجود جي تحقيق جي سلسلہ ۾ لکيو ويو. هن مقام تي جيڪو لکيو ويو ان کان وڌيڪ لکڻ جي گنجائش ئي نٿو رکي.

هي بہ نٿو چئي سگهجي تہ جڏهن نفس الامر (حقيقت ۾) گهڻا وجود هجن، قرب ۽ احاطه ذاتيه بہ نہ هجي وحدت در ڪثرۃ جو مشاهدو واقع (حقيقت حال) جي مطابق نہ هجي تہ پوءِ هنن بزرگن جو (ٻڌايل) حڪم ڪوڙو ٿي پوندو. چو تہ اهو واقع ۽ نفس الامر سان مطابق نہ آهي (اهو اعتراض ان لاءِ نہ ٿيندو) جو اسان چونداسين تہ انهن بزرگن جي شهود جي اندازي مطابق اهو حڪم بيان ڪيو آهي، جهڙي نموني ڪو شخص هي حڪم ڪري (ٻڌائي) تہ مون زيد جي صورت ڪي آئيني ۾ ڏٺو آهي. اهو حڪم بہ تہ واقع جي مطابق نہ آهي، چو تہ ان آئينہ ۾ صورت ڏٺي ئي نہ آهي، چو تہ صورت ان آئيني ۾ بلڪل آهي ئي ڪو نہ، جو ڪٿي ڏسي ها (پر) ان شخص کي عرف عام ۾ ڪوڙو نہ چئبو آهي توڙي جو (ٻڌايل ڳالهہ) (حقيقت حال) جي مطابق نہ آهي ۽ هن حڪم لڳائڻ ۾ هو معذور آهي ۽ ڪوڙ واري ملاوٽ ان کان مرفوع (معاف) آهي، ڪما مَرّ سابقا (جيئن اڳ ۾ بيان ٿي آيو).

جيڪي ڳالهيون لکائڻ لائق آهن انهن جي ظاهر ڪرڻ مان مقصد هي آهي تہ جيئن اهو معلوم ٿي وڃي (تہ هن

فقير) جيڪو وحدت وجود کي قبول ڪيو هيو ڪشف جي ڪري هيو، تقليد جي ڪري نہ هيو ۽ جيڪڏهن (هاڻي) انڪار آهي تہ اهو بہ الهام جي ڪري آهي ۽ الهام ۾ انڪار جي گنجائش نہ آهي، توڙي جو (اهوالهام بہ) ٻين تي حجت نہ آهي. ڪوڙ واري شبهي جي دفع ۽ دور ڪرڻ لاءِ ٻيو جواب هيءُ آهي تہ دنيا جا افراد ڪن ڳالهين ۾ هڪ ٻئي سان شريڪ آهن ۽ ڪن ٻين ڳالهين ۾ ممتاز (بلڪل جدا) آهن، اهڙي نموني ممڪن (مثلاً انسان ڪي الله) واجب تعالىٰ وتقدس سان بعض عارضي امور ۾ اشتراڪ حاصل آهي جهڙوڪ مشيت، موجوديت وغيره توڙي جو بالذات بلڪل جدا آهن (ممڪن ۽ واجب ۾ ڪا مماثلت نہ آهي) بس محبت جي غلبہ جي ڪري اها شيءِ نظر مان هٽي وڃي ٿي جيڪا انهن ۾ جدائي پيدا ڪري ٿي، نظر ۾ اها ئي شيءِ رهجي وڃي ٿي جيڪا ٻنهي ۾ مشترڪ آهي، پوءِ ان صورت ۾ جيڪڏهن هڪ تي ٻئي جي عين هجڻ جو حڪم لڳايون تہ اهو واقع جي مطابق هوندو ۽ ان ۾ ڪوڙ جي اصلي گنجائش نہ رهندي، احاطه ذاتي ۽ ان جي مثل ٻين شين کي بہ ان تي قياس ڪرڻ گهرجي.

## ﷺ بهترين صدقو ﷺ

بهترين صدقو هي آهي تہ مسلمان علم حاصل ڪري ۽ پوءِ اهو ٻئي مسلمان ڀاءُ کي سيکاري.

*چونڊ: حافظ ذوالفقار علي پنهور / دادو*



# رجسٽريشن براءِ تبليغي وفود

مولانا اسرار احمد طاهري

حضرت خواجه قبله محبوب سڄڻ سائين دامت برڪاتہ العاليه جن جي حڪم مطابق ج.ا.م، ج.ع.ط، ر.ط.ج، خلفاءِ ڪرام کي تاڪيد ڪئي وئي آهي تہ هو پنهنجي پنهنجي علائقن ۾ تبليغي وفدن جي صورت ۾ مختلف ڳوٺن ڏانهن روانا ٿين، ان ڪان اڳ پنهنجي رجسٽريشن ڪرائڻ لاءِ خليفه مولانا اسرار احمد شر طاهري سان موبائيل نمبر: 03013280678 تي رابطو ڪن ۽ هر تبليغي پروگرام جي رپورٽ بذريعه SMS اماڻين، جنهن جي تصديق لاءِ جوابي SMS اماڻيو ويندوتہ رپورٽ ملي چڪي آهي.

اوهان کي هدايت ٿي ڪجي تہ پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ ٿيندڙ تبليغي سرگرمين بابت ايس ايم ايس ذريعي ڄاڻايل نمبر تي آگاهہ ڪندا تہ جيئن اها رپورٽ حضرت قبلہ عالم محبوب سڄڻ سائين جن تائين پهچائي وڃي. واضح رهي تہ هي سلسلو 10 آڪٽوبر 2014ع کان شروع ڪيو ويو آهي، جنهن موجب فيبروري 2015ع تائين پوري ملڪ ۽ آزاد ڪشمير مان ٽوٽل 170 وفد رجسٽرڊ ٿي چڪا آهن، جيڪي پنهنجي تبليغي سرگرمين جي رپورٽ اماڻيندا رهندا آهن، جيڪا درگاهہ الله آباد شريف ۾ ٿيندڙ هر انگريزي مهيني جي ٻئي آچر تي ماهوار پروگرام تي بيان ڪئي ويندي آهي. آڪٽوبر ۽ نومبر 2014ع دوران ٽوٽل 102 وفد رجسٽرڊ ٿيا هئا، 1500 کان وڌيڪ تبليغي وفد روانا ڪيا

ويا، ان سلسلي ۾ وفد نمبر هڪ کان 50 تائين جي انچارج ۽ علائقن جا نالا درج ڪجن ٿا:

وفد نمبر(1) خليفه مولانا محمد عظيم مهيسر (بلو مهيسر)، (2) خليفه مولانا علي اڪبر مري (نصيرخان مري)، (3) غلام محمد ملڪ (ڪنڏڪوٽ)، (4) محمد زمان اوڳاهي (ڪنڏڪوٽ)،(5) مولانا محمد رحيم بخش ڪٽوهڙ(خيرپور)، (6)مولانا مشتاق احمد سومرو(نوشهروفيروز)، (7) مولانا عطامحمد سينار (شڪارپور)، (8) منظوراحمد مري (سانگهڙ)، (9) مولانا خالد مغل(حيدرآباد)، (10) مفتي محمد اسحٰق شر (هگّورجا)، (11) مولانا محمد محسن پليجو (گهارو)، (12) مولانا رفاقت علي (شرقي ڪراچي)، (13) شڪيل احمد راهوجو (ڄامشورو)، (14) مولانا محمد ابصار (ڪراچي)، (15) مولانا عبدالغني پالاري (دنبه ڳوٺ)، (16) مولانا منيراحمدعباسي (دادو)، (17) محبوب احمد (نارووال)، (18) عنايت الله قريشي(ڄامشورو)، (19) محمد اسلم (سيالڪوٽ)، (20) مولانا غلام عباس (نارٿ ڪراچي)، (21) حافظ سڪندر علي تنيو(پرياسٽي)، (22) مولانا محمد رحيم (أٽل)، (23) مولانا محمد ابراهيم (أٽل)، (24) مولانا فياض الدين (حيدرآباد)، (25) مولانا عبدالقادر پيو (راٽيپور)، (26) مولانا دين محمد چنڙ (سومر چنڙ)، (27) مولانا نذيراحمدچنه(درٻيلو)، (28) مولانا محمد رفيق (لاله موسيٰ)، (29) مولانا سڪيلڏو (عمرڪوٽ)، (30) خليف عبدالحڪيم ميمڻ (هاله)، (31) مولانا محمد ڪريم (خضدار)، (32) محترم مولانا نياز حسين مري (ڪائي سانگهڙ). ***(نوٽ: بقايا تفصيل آئينده شماري ۾ پڙهندا)***

مرشد ڪامل جو سچو عاشق

# محترم جناب قاري غلام حسين صاحب

مولانا حبيب الرحمان گبول طاهري

سنڌ جي سرزمين نہ فقط زرخيز پر مردم خيز پڻ رهي آهي، جنهن ۾ صوفي، سالڪ، اديب، عالم، سخي، سُخنوَر ۽ ٻيا اڻ اڳڻيا نامور انسان آيا، اهڙن ئي املھ انسانن مان عزيزالقدر جناب حضرت الحاج قاري غلام حسين ڪونڌر طاهري بہ هيا، جن ڪي پنهنجن رت جي رشته دارن جيان جماعة طاهري جي روحاني رشته دارن جيءَ ۾ جايون ڏنيون، جنهن جو اندازو لفظن ۾ بيان نہ ٿو ڪري سگهجي.

1939ع ڌاري (موجوده نوشهروفيروزضلعي) ڪنڊيارو تعلقي جي خانواهڻ شهر پرسان ننيڙي ڳوٺ عباس ڪونڌر ۾ عبدالهادي ڪونڌر جي گهر ۾ اک کولي، قاري صاحب فائنل تائين تعليم اباڻي شهر خانواهڻ ۾ ئي حاصل ڪئي، جنهن بعد تجويد ۽ قراءَت جي تعليم محترم قاري خان محمد پنهور وٽان حاصل ڪئي. پاڻ ننڍپڻ ۾ ئي پيرطريقت حضرت خواجه محمد عبدالغفار رحمت پوري جي هٿ تي طريقه عاليه نقشبنديه ۾ بيعت ٿيا، انهن جي جدائي بعد سندن جي ئي نائب ۽ روحاني وارث حضرت خواجه الله بخش عباسي قدس

سره (سهڻا سائين) جي هٿ تي بيعت ٿيا، وري انهن جي جدائي بعد سندن لخت جگر حضرت خواجه الحاج محمد طاهر عباسي بخشي دامت برڪاته جي هٿ تي بيعت حاصل ڪيائون.

قاري غلام حسين جن جي مرشد (حضرت سهڻا سائين ۽ حضرت سڄڻ سائين دامت برڪاتہ) سان ڪمال درجي جي محبت هئي، اهو ئي سبب آهي جو جڏهن حضرت پير سهڻا سائين قدس سره درگاهہ الله آباد شريف ۾ نئون مرڪز قائم ڪيو تہ قاري صاحب پنهنجو اباڻو ڳوٺ ڇڏي سندن پاڙي ۾ اچي رهيو، اتي ئي سموري زندگي گذاريائين. قاري غلام حسين جو خلوص ۽ محبت ئي هيو جو جڏهن سندس اهليه جو انتقال ٿيو تہ مرشد ڪامل پنهنجي نياڻي جو رشتو ڏئي ڪيس دامادي جو شرف بخشيو، اخلاق واطوار قاري غلام حسين کي الله تعالىٰ اڻ ڳڻين خوبين، خصلتن ۽ اعلىٰ اخلاق سان نوازيو، قاري صاحب انتهائي خوش اخلاق، خوبصورت، خوب سيرت، خوش خط، خوش گو، زميندار، مصلح مدبر، شريعت و سنت جو پابند، مرشد ڪامل جو سچو ۽ مخلص عاشق ۽ خادم ٿي رهيو،هو انتهائي باصلاحيت هئو، قاري صاحب هڪ شخص نہ پر هڪ ادارو هو، هو پاڻ هڪ زميندار هو، پر پنهنجي سهري حضرت سهڻا سائين رح جن سان بہ هروقت غلام ۽ خادم جي حيثيت سان گڏ هوندو هو،الله ڪيس قائدانہ صلاحيت، قوتِ فيصله سميت ڪيترين ئي اهڙيون خوبيون عطا ڪري ڇڏيون هيون،جيڪي تمام ٿورڙن انسانن ۾ ڏنيون ويندڀون آهن.هو اٽڪل 75 ورهين جي عمر ۾ 15 اپريل 2014ع تي حيدرآباد ۾وفات ڪري ويو.

# جيري Liver جون بيماريون، اسباب ۽ بچاءَ جا طريقا

## ڊاڪٽر وجهہ الدين ميمڻ




انسان پنهنجي زندگي گذارڻ لاءِ پنهنجي جسم کي توانائي ڏيڻ، پنهنجي دماغ کان صحيح ڪم وٺڻ لاءِ مختلف وقتن تي مختلف قسمن جي خوراڪ استعمال ڪندو آهي. اُها خوراڪ جڏهن وات ذريعي پيٽ ۾ داخل ٿيندي آهي تہ اُها مٿين آنڊي يعني **Stomach** ۾ قدرتي طور پيدا ٿيندڙ تيزاب ذريعي ڳار ڪائي هيٺين آنڊي **Duedenum**۾ داخل ٿيندي آهي.

ان **Duedenum** ذريعي غذائيت جو رت ۾ جذب ٿيڻ شروع ٿيندو آهي. ۽ وڏي آنڊي تائين مختلف جزا، رت ۾ شامل ٿيندا رهندا آهن. اڏوگابرو ڳريل ڪاڏو، جڏهن ننڍي آنڊي ۾ داخل ٿيندو آهي تہ ان کي اتي مڪمل طور پاڻياٺ ۾ اچڻ جي ضرورت هوندي آهي ۽ صفاڳري رچجي وڃڻ جي ضرورت هوندي آهي. اُن اڌ ڳريل ڪاڏي کي مڪمل ڳارڻ لاءِ هڪ رطوبت، پِتَي (Gall Bladder)ذريعي **Duedenum** ۾ داخل

ٿيندي آهي جيڪا اُن اڌ ڳريل ڪاڌي جي ٽڪرن کي مڪمل طور ڳاري ڇڏيندي آهي. ان پتي ذريعي ايندڙ رطوبت کي Billirubin چيو ويندو آهي.

اُن Bilirubin نهڻ جو ڪارخانو(Liver) جيرو ئي آهي.جيڪا جيري اندر نهي Gall Bladder ۾ جمع ٿيندي رهندي آهي ۽ ضرورت آهر ننڍي آنڊي Duedenum ۾ داخل ٿيندي رهندي آهي. جڏهن رت جا جزا پنهنجي عمر جي حد کي پهچندا آهن ته اُهي آخري حد کي پهچي ٽُٽندا رهندا آهن. رت ۾ موجود Hemoglobin جي Heam مان جيري اندر Bilirubin نهندي آهي. جڏهن رت جا جزا گهڻي مقدار ۾ ٽٽندا هجن يا پتي ۾ زياده Bilirubin گڏ ڪرڻ جي گنجائش نه هجي، يا پِتي مان ننڍي آنڊي ڏانهن رطوبت ڪڍي ويندڙ نَليءَ ۾ ڪا رڪاوٽ لاحق هجي يا پِتي ۾ ڪا بيماري هجي يا وري جيري اندر ڪا بيماري هجي ته پوءِ پِتي ۾ جمع ٿيندڙ Bilirubin جو مقدار رت ۾ به جمع ٿيندو رهندو آهي.

اُها رطوبت سائي رنگ جي هجڻ ڪري جسم تي ساواڻ جا اثرات ظاهر ٿيندا آهن، ان جي پهرين نشاني اکين جي اڇي پردي جو سائو ٿيڻ آهي. جسم ۾ ڪافي مقدار ۾ موجود Minerals, Vitamins غير ضروري جزن ۽ دوائن جي خارج ٿيڻ جو ذريعو به جيري ذريعي ئي ٿئي ٿو. جيڪو ان رطوبت ذريعي آنڊن ۾ اچي ڪاڪوس ذريعي خارج ٿئي ٿو. ان ڪري ئي جيري کي انسان جو رڌڻو چيو ويندو آهي. اگر ڪنهن گهَرَ جي رڌڻي ۾ ئي رَولو هجي ته پوءِ اُهو سڄو گهر ڏانواڏول لڳو پيو هوندو آهي.

اهڙيءَ طرح جنهن شخص جو جيرو (Liver)ئي بيمار هجي، جنهن جو جيرو ئي صحيح طرح ڪم نہ ڪندو هجي تہ پوءِ ان سان ڪيتري قدر هاضمي جي سرشتي ۾ واڌو مقدار ۾ جزن جي خارج ٿيڻ جي توقع ڪري سگهبي. جيئن گهرَ کي صحيح رکڻ لاءِ، گهر جي رڌڻي کي بهتررکيو ويندو آهي، ان ۾ گهربل مقدار ۾ ضرورت واريون شيون آڻي رکبيون آهن، رڌڻي کي صاف سترو رکيو ويندو آهي، رڌڻي ۾ ٻلي يا ڪُوئا يا ڪنهن بہ قسم جي موتمار جيت يا جراثيم، مکيون يا مڇر، جيڪي کاڌ خوراڪ کي نقصان پهچائي سگهندا هجن، انهن کان رڌڻي کي بچائڻو پوندو آهي. اهڙي ئي طريقي سان اگر انسان کي پنهنجي صحت جو خيال هوندو تہ پوءِ ان کي پنهنجي جيري جي خاص حفاظت ڪرڻي پوندي.

جيرو جسم جي اهم عضون مان هڪ آهي، دل، دماغ، ڦڦڙ، جيرو ۽ بُڪيون اهم عضوا آهن، انهن مان ڦڦڙ ۽ بڪيون بہ ٻہ آهن پر دل، دماغ ۽ جيرو هڪ هڪ آهن. ان لاءِ جيري جي اهميت ڪجهہ وڌيڪ آهي. اڄ جي دؤر ۾جيري جي ذريعي پيدا ٿيندڙ بيمارين کان وڌيڪ خطرا آهن، انهن وائرس ذريعي پيدا ٿيندڙ بيماريءَ کي Hepatitis يعني جيري جو انفيڪشن چيوويندوآهي.

اِهو جيري تي اثر ڪندڙ وائرس وري مختلف قسمن جو ٿئي ٿو، جنهن ذريعي بيماري ٿئي ٿي. هر هڪ جو مختصر احوال پيش ڪجي ٿو: جيري جي بيماريءَ ۾ وائرس Aجو عمل دخل بہ هوندو آهي، جيڪو جراثيم B۽ Cجي بنسبت ايترو زياده خطرناڪ نہ هوندوآهي.

هي جراثيم (Feco-Oral- Route) Aيعني بيمار انسان جي جسم مان ڪاڪوس واري غلاظت ذريعي نڪري وات ذريعي ڪنهن ٻئي صحتمند انسان ۾ داخل ٿي ان کي بيمارڪندو آهي. هيءَ بيماري اڪثر ڳتيل آبادي ۽ گندگيءَ واري علائقيءَ ماحول ۾رهندڙن کي وڏيڪ اثراندازڪري ٿي.

گهٽو ڪري پاڻيءَ جي خراب هجڻ، صاف پاڻيءَ جي پائيپ لائين ۾ گندي پاڻيءَ جو گڏجي وڃڻ يا کاڌ خوراڪ ۾ گندي پاڻيءَ جو ملي وڃڻ يا گندي پاڻيءَ سان ٿانوَ ۽ هٿ صاف ڪرڻ وغيره سان پکڙجي ٿي.

اهڙا ماڻهو جيڪي سُئِن ذريعي نشي واريون دوائون واپرائين ٿا، انهن ۾ ٻہ هِن بيماري هئڻ جاخطرازياده هوندا آهن. ڪيترا ماڻهو هٿن جا ننهن وڏا رکرائيندا آهن، انهن جي ذريعي ٻہ هيءَ بيماري پکڙجي سگهي ٿي. هِن بيماري ۾ Virus- Aجسم ۾ داخل ٿيڻ سان سڌو سنئون جيري تي اثراندازٿيندوآهيءَوجي جيري ۾ گهَرُ ڪندو آهي. هِن بيماريءَ جا جراثيم، مريض جي ڪاڪوس ۾ بيماريءَ جي 15 ڏينهن بعد ظاهر ٿيڻ شروع ٿيندا آهن. هيءَ بيماري ايتري گهٽي خطرناڪ ناهي هوندي ۽ هِن بيماريءَ ذريعي موت واقع ٿيڻ جا واقعا گهٽ هوندا آهن پر اگر Hepatitis-A ۽ Hepatitis-Bسان گڏ ظاهر ٿئي تہ پوءِ خطرناڪ صورتحال پيش اچي سگهي ٿي.

**نشانيون:** هيءَ بيماري ٻارن ۽ وڏن ٻنهي کي هڪ جيتري ٿئي ٿي، پر وڏن ۾ بيماريءَ جا اثرات زياده محسوس ٿيڻ لڳندا آهن هي بيماري اوچتو ظاهر ٿيندي آهي. هِن

بيماري ۾ ٿڪاوٽ، ٻُت جو سور، جوڙن جو سور، ڪنهن به ڪم ڪرڻ سان جلد ٿڪجي پوڻ، ڳلي جو سور، زڪام وغيره جو جلدي جلدي ٿيڻ به هن بيماريءَ ۾ ٿي سگهي ٿو. هِن بيماري ڪري وات جو ذائقو به خراب لڳندو آهي، ايتري قدر جو سگريٽ پيئندڙ شخص کي سگريٽ جو ذائقو به نه وڻندو آهي. هِن بيماريءَ ۾ الٽي ۽ دل ڪچي ٿيڻ واري شڪايت ته عام هوندي آهي. هميشه بخار واري ڪيفيت محسوس ٿيندي رهندي آهي. آخر ۾ سائي ظاهر ٿيندي آهي ۽ ساڄي پاسراٽين ۾ سُور محسوس ٿيندو آهي، جڏهن سائي ۽ پيٽ جو سُور محسوس ٿيڻ شروع ٿيندو آهي ته پوءِ ٻيون سيئي نشانيون زياده محسوس ٿينديون آهن ۽ تڪليف ده هونديون آهن. اهي مٿيون سيئي نشانيون 2، 3 هفتا هلنديون آهن. علاج ڪرائڻ سان بيماريءَ جو مڪمل خاتمو ٻن مهينن اندر ٿي ويندو آهي. علاج ۾ دير يا زياده بيماريءَ سبب جيري تي سوڄ به ٿي ويندي آهي.

**ليبارٽري ٽيسٽ:** هن بيماريءَجي پڪ Anti HAV جيڪا خون ۾ ظاهر ٿيندي آهي جنهن جي شروع ۾ ئي خبر پئجي سگهي ٿيءَ IgM ۽IgG به HAV لاءِ اهم ٽيسٽ ثابت ٿي سگهي ٿي. جيڪا بيماريءَ جي پهرئين هفتي ۾ ظاهر ٿيندي آهي.

**بچاءُ:** هن وائرس ۾ ورتل مريض کان پري رهڻ، جدا رهڻ ضروري نه آهي، پر ماڻهن کي واش روم ۽ Toilet استعمال ڪرڻ بعد هٿ چڱي طرح صابڻ سان ڌوئڻ گهرجن، ان ڪري ئي اسان جي پياري نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته **اَلطُّهُورُ شَطَرُ الْاِيمَانِ** يعني صفائي ايمان جو حصو

آهي. خوراڪ ۾ ڪاڏي واريون شيون چڱيءَ طرح سان رڌل هجن، سلاد طور استعمال ٿيندڙ سبزيءَ کي به چڱي نموني ڌوئي پوءِ واپرائڻ گهرجي.

Hoteling ۾ Fast Foodجي زياده استعمال کان پاسو ڪجي، ماني کائڻ کان اڳ ۾ پنهنجي هٿن کي چڱي طرح صابڻ سان ڌوئڻ گهرجي ۽ هٿ ڌوئڻ بعد ٽوال سان صاف نه ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته ٽوال کي لڳل ڪنهن به قسم جا جراثيم وري هٿن کي لڳي سگهن ٿا ۽ هٿن ڌوئڻ جو مقصد ختم ٿي ويندو.

**علاج:** اگر زياده تڪليف هجي ته آرام ڪجي ۽ زياده مشقت محنت وارو ڪم نه ڪرڻ گهرجي، جيڪڏهن الٽي زياده ٿيندي هجي ته IV infusion (ڊرپ) لڳائي وڃي جنهن ۾ گلوڪوز جو مقدار زياده هجي. سخت ورزش، الڪوهل ۽ جيري کي نقصان ڏيندڙ دوائن جو استعمال ترڪ (ڇڏي ڏيڻ) ڪرڻ گهرجي. جيتروڻي سگهي ته جلد هضم ٿيندڙ خوراڪ جهڙوڪ: ڪچڙي، ڏهي ۽ مشروبات جو استعمال زياده ڪجي. سخت غذائيت نه واپرائجي، ائين ڪرڻ سان Liverکي زياده ڪم ڪرڻ کان آرام ملندو ۽ اُهو پنهنجي اصل صحتمند حالت طرف اچڻ ۾ گهڻو وقت نه وٺندو. ***(هلندڙ)***

**انمول موتي**

مون کي ان ڳالهه تي شرمندگي آهي جو توتي نثار ڪرڻ لاءِ مون وٽ هڪڙي زندگي آهي.

چونڊ: غلام مجتبيٰ ناريجو/دادو

# مولانا عبدالغفار شر عرف نالي منو طاهري

ترتيب: غلام مصطفیٰ شر

(منهنجو والد صاحب فقير نالي منو شر هر سال جيان هن سال به ساليانه عرس مبارڪ تي پڻ جماعت سان گڏ شريڪ ٿيو، جنهن کان پوءِ واپس گهر آيو، 27هين نومبر 2014ع خميس جي رات تهجد نماز ادا ڪيائين. فجر جي آذان به پاڻ ڏني، نماز ادا ڪيائين، بعد ۾ معمول موجب مراقبو به ڪرايائين، جنهن بعد مسجد ۾ قرآن مجيد جي تلاوت ڪري رهيو هو ته اچانڪ کيس دل ۾ سور پيو، نندي پٽ (منهنجي ڀاءُ) غلام رسول کي سڏ ڪيائين ته مون کي دل ۾ سور پيو آهي، ڊاڪٽر کي گهراءِ، جنهن کانپوءِ قرآن مجيد بند ڪري اٿي بيٺو ته سور جي شدت وڌي وئي ۽ مسجد ۾ ئي ديوار سان ٽيڪ ڏئي مسجد جي اڱڻ ۾ سڌو ٿي ليٽي پيو، اتي پهتل سندس 2 رشتيدارن فقير نالي منو جي واتان 2 ڪلما ٻڌا ۽ جنهن کانپوءِ هو هميشه لاءِ موڪلائي ويو. سندس پاران پنهنجي حياتيءَ دؤران لکيل سٽون الاصلاح پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪجي ٿو.)

1970ع جي ڏهاڪي ۾ پڪا چانگ شهر ۾ عبدالغفار شر وٽ هڪ ڏهاڙي خليفه مولانا محمد مشتاق شر طاهري ويو ۽ چيائينس ته محرابپور ۾ (ٽيندڙ 16هين جلسي) هڪ ولي الله بزرگ اچي ٿو، هلو ته ان الله جي نيڪ ڪامل وليءَ جي زيارت ڪيون، عصر نماز کان بعد ۾ نَون ماڻهن کي ذڪر جي تلقين ڪئي وئي، مونکي خيال ٿيو ته غفارين جو مريد نه ٿيان ته ايتري ۾ حضرت سهڻا سائين فرمايو ته اي نوجوان تون الله جي ذڪر کان ڇو ٿو ڀڄين؟ بعد ۾ پاڻ مون مٿان نوراني نظر ڪيائون، منهنجي دل ذڪر ڪرڻ لڳي، مون مٿان وجد طاري ٿي ويو. ۽ مون کي يقين ٿي ويو ته هي بزرگ واقعي الله جو ڪامل ولي آهي. آئون اچي حضرت سهڻا سائين جن جي سامهون ويهي رهيس، عرض ڪيم ته مون کي قلبي ذڪر جي عنايت فرمايو، پاڻ قلبي ذڪر جو

وظيفو ڏنائون، مغرب جي نماز پڙهي مسجد کان ٻاهر نڪري آيس تہ سگريٽ جو پاڪيٽ ڪڍي پيئڻ جي ڪوشش ڪيم تہ مونکي بدبوءِ آئي، (حالانڪہ مان ويهن ورهين کان پيئندو پئي آيم)، پوءِ مون سگريٽ اُڇلائي ڇڏيو.

ائين جماعت سان وابستگي شروع ٿي وئي، مرشدن جي صحبت ۾ رهڻ، تبليغ ڪرڻ جو ڪم شروع ڪري ڏنم، گڏوگڏ پنهنجي شهر پڪا چانگ (فيض گنج) ۾ ڪاروبار شروع ڪيم، منهنجي اڪين مان لڙڪ نہ پئي رُڪيا، دل بي چين رهندي هئي، خيال آيو تہ قرآن شريف جو دؤر ڪيان، ٽاڻي جو جمعدار دوست هيو، ان منهنجو هيءُ حال ڏٺو تہ اکين مان پاڻي وهي رهيو آهي، ان پڇيو تہ ادا! تنهنجو ڪو دلي دوست وڇڙي ويو اٿئي ڇا، جو ههڙو حال ڪيو اٿئي؟ مون چيو مانس تہ حضرت سهڻا سائين جن مون کي قلبي ذڪر جو وظيفو عنايت فرمايو آهي، آئون ان جي زيارت لاءِ پريشان آهيان، ان وراڻيو تہ توتي الله تعالىٰ راضي ٿيو آهي تو هڪ خدا جي وليءَ جي بيعت ڪئي آهي، ان هستيءَ کي آئون بہ سڃاڻان ٿو، اهي توکي راڌڻ اسٽيشن پرسان فقير پور شريف ۾ ملندا، ان ڪامل بزرگ هستي ڏي نہ ويندين تہ تون ساڳيو ئي شر (مذاق ۾) ٿي ويندين،دوست جي چوڻ تي آئون پنهنجو سنو هلندڙ سبزي جو دوڪان بند ڪري پنهنجي والد کان اجازت وٺي فقيرپور شريف پهتس، جتي حضرت سهڻا سائين جن جي زيارت ٿي پاڻ پڇيائون تہ فقير ڇا ڪندو آهين؟ مون وراڻيو تہ سائين مونکي سبزي جو دوڪان آهي، اهو ڇڏي آيو آهيان ۽ هاڻي اوهان جي دربار ۾

طالب ٿي رهڻ ٿو چاهيان، قرآن مجيد وسري ويو آهي، انڪي ٻيهر پڙهڻ جو ارادو آهي، پاڻ مون کي استاد محترم بشير احمد سومرو جي حوالي ڪيائون ۽ گڏوگڏ پڇيائون ته اسڪول پڙهيل آهين يانه؟ مون وراڻيو قبله! نه. پاڻ فرمايائون ته هن کي اسڪول جي تعليم به ڏياري وڃي.

سائين جن جي حڪم بعد مان استاد قاري عبدالرسول وٽ قرآن مجيد جي تعليم حاصل ڪندو رهيس، ذهن جو ڪمزور هيم، استاد قرائت سان پڙهائيندا هيا ۽ ٿوري گهڻي سختي به هوندي هئي، منهنجي عمر 30 سال هئي، مون سوچيو ته مان سياڻي رات جو سامان کڻي نڪري ويندس، ظهر نماز ڪانپوءِ حضرت سهڻا سائين جن قاري عبدالرسول کي سڏ ڪرايو، مون کي به گهرايائون ۽ قاري صاحب کان منهنجي پڙهائي بابت پڇا ڪئي ته ڇا حال اٿس پڙهي ٿو يا نه؟ قاري صاحب چيو ته ذهن جو ڪمزور آهي. جنهن تي حضرت صاحب جن هن عاجز جي حق ۾ هٿ کڻي دعا گهري، پاڻ فرمايائون ته هن (مون فقير نالي منو) جي پويان عنقريب وقت جا حاڪم نماز پڙهندا، سائين جن جي دعا سان قرآن شريف پڙهي مڪمل ڪيم، فارسي ۽ ضروري تعليم جو ڪورس پڻ پڙهي ورتم، جنهن ڪانپوءِ مان ڪانوڙ ۾ شيخ زيد بن سلطان جي مسجد ۾ امامت شروع ڪئي، شيخ زيد بن سلطان مسلمان ملڪن جي سفيرن کي دعوت ڏني، جنهن ۾ سفيرن ۽ عربن منهنجي امامت ۾ جمعي جي نماز ادا ڪئي، نماز کان بعد ۾ انهن سان ملاقات به ٿي، ان وقت مونکي حضرت سهڻا سائين جن جا دعا وارا اهي لفظ ذهن تي تري آيا.

# جديد علوم ۽ علماء ڪرام

سنڌيڪار: جوڻيجو ذوالفقار علي طاهري

پهرين قسط




موجوده زماني ۾ علم سان وابسته فردن جي طرفان عجيب وغريب خيال سامهون اچي رهيا آهن، جن مان ڪجھ اهو پيا چون ته جديد ۽ دنيوي علوم سان وابستگي حرام آهي، ته وري ڪو اهو چئي رهيو آهي ته اسان قديم ۽ ديني علم جي ضرورت نه آهي، جن علمن کي حرام سمجهيو پيو وڃي ان ۾ ميڊيڪل سائنس، علم ڪيميا(Chemistry) علم فلڪيات، علم فزڪس(Physics)، انجنيئرنگ وغيره شامل آهن، انهي سبب ديني ۽ دنيوي علم رکندڙ جي وچ ۾ سخت اختلافن پيدا ٿيا ۽ انهن جي وچ ۾ اختلافات ايترو ته اڳتي وڌيا جو هڪٻئي کي ماده پرست ۽ تنگ نظريه جهڙن لفظن سان سڏيو ويو.

ٻئي طرف جديد علم سان لاڳاپيل ماڻهن ديني علم کان پري رهڻ ۾ انتهائي شدت اختيار ڪئي جنهن سبب هو پنهنجي خالق حقيقي جي تعليمات کان سوين ميل پري ٿي ويا، مطلب ته علم جي ميدان ۾ افراط و تفريط کان ڪم ورتو پيو وڃي، علم حقيقي ۽ علم فرعي جي وچ ۾ اختلاف پيدا ڪيا ويا جنهن سبب معاشري ۾ ڪيترين ئي خرابين جنم ورتو جيڪي وڌي وڻ ٿي ويون آهن، ٻئي طرف

علم دين سان وابسته افراد اسلام کي جديد طرز تي منتقل ڪرڻ يا پوءِ دنيا جي قيادت ڪرڻ جي جيڪا ذميداري لڳائي وئي هئي ان کي نه نڀائي سگهياسين. انهيءَ سلسلي ۾ بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي جامعه الازهر (مصر) جي استادن شاگردن کي اسلاف جي جديد علمن ۾ ڪيل خدمتن کان واقف ڪرائڻ لاءِ هڪ سيمينار ڊاڪٽر خالد فواد (سربراه بعثته الازهر) ترتيب ڏنو، جنهن ۾ ڊاڪٽر حسن عبدالباقي، ڊاڪٽر عبدالحفيظ عسيلي ۽ ڊاڪٽر محمد علي الناشي صاحب مختلف موضوعن تي عالمانه ۽ فاضلانه گفتگو ڪئي، ان موقعي تي ڊاڪٽر عمر الحمزاوي پڻ هڪ تحقيقي مقالو پيش ڪيو جيڪو اوهان قارئين جي اڳيان پيش ڪجي ٿو.

ڊاڪٽر عمر الحمزاوي چيو ته علم جي دنيا ۾ مسلمانن جي ترقي ۽ عروج جي شروعات ٻئي صدي هجري کان ٿيو ۽ هي عروج پنهنجي بلندي جي زماني انين صدر هجري تائين مسلسل هلندو رهيو، مسلمانن کي علم جي دنيا ۾ جيڪو عروج حاصل ٿيو ان لاء اڪثر موقعا ان وقت جي حڪمرانن جي طرفان مهيا ڪيا ويا ۽ خود پنهنجي دلي شوق ۽ تڙپ جي جذبي سان سرشار علماءِ ڪرام پنهنجو ڪردار نڀايو. اهو ئي سبب آهي جو ان وقت جي زماني کان پوءِ جنهن به مثلاً مغرب وارن جيڪا علم جي ميدان ۾ ترقي ڪئي آهي اها سڀ مسلمانن جي تجربن ۽ خدمتن جو ثمر آهي. مسلمانن نه صرف علوم حقيقي وشرعي (قرآن وحديث، فقه، تفسير، قرات، علم لغت و ادب ۽ تاريخ)کي پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جو بندوبست ڪيو پر جديد دنيوي علوم (ميڊيڪل سائنس،

فارميسي، ڪيمسٽري، فزڪس، رياضي، علم فلڪيات، انجنئرنگ ۽ معاشرتي علم) ۾ به نمايان ڪردار ادا ڪيو.

عرب اسلام جي ظهور کان اڳ ۾ علم واقعي ۽ تطبيقي کان ناآشنا هئا ۽ اسلام ئي انهن علمن کان کين متعارف ڪرايو ۽ پوءِ انهن ٻين قومن جي علمن جي لاءِ جستجو ڪئي، جڏهن مسلمان مستحڪم ٿيا ته اسلامي جي دعوت دنيا ۾ پهچائڻ لاءِ پيش قدمي ڪئي، جنهن جي بدولت انهن کي بي پناهه فتوحات نصيب ٿيون، انهن فتوحات جي ڪري ئي مصر، شام، فارس به فتح ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا ۽ انهن ئي مان ئي فارسي، يوناني ۽ هندي ٻولين ۾ موجود علمي ڪتابن کي ترجمو ڪرڻ جي شروعات ڪئي ۽ مسلمانن انهن علمن جي ڪتابن جا ترجما ڪيا جن جي ضرورت انهن کي وقت بوقت پوندي رهندي هئي، انهن ئي علمن مان علم طب ۽ فارميسي جي ڪتابن جا ترجما ڪيا ويا پوءِ اهڙي ريت علم فلڪ، علم ميڪانيڪي، آرڪيٽيچر، ڏسڻ وارين شين جو علم ۽ هٿن مان نهڻ وارين روز مره جي استعمال ۾ اچڻ وارين شين بابت رهنمائي ڪندڙ ڪتابن جو ترجمو به ڪيو. ان زماني ۾ ترجمو ڪرڻ وارا ڪيترائي افراد موجود هوندا هئا جو کين بادشاهن جي طرفان وڏي رقم ترجمي ڪرڻ عيوض ملندي هئي.

عباسي خليفه مامون ترجمي ڪرڻ واري کي ان ڪتاب جي وزن برابر سون ڏيندو هو، ان جي ڪري ئي ڪيترائي غير مسلم به اسلام ۾ داخل ٿيا ته جيئن هو نئين دين (اسلام) جي خدمت ڪري سگهن ۽ مختلف علمي جي

ڪتابن جو ترجمو مسلمانن ڪي انهن علوم جي تعليم ڏين جن ڪي هو ڄاڻن پيا.

اهو امر اسلامي ثقافت جو روشن باب آهي، جو ته باقي جيتريون به ثقافتون وجود ۾ آيون انهن اڳوڻين ثقافت جو نه احترام ڪيو نه ئي انهن مان فائدو وٺندا هئا پر انهن ڪي دنيا جي هستيءَ ڪان مٽائڻ لاءِ انهن جي ڪتان ڪي ساڙي ڇڏيندا هئا ۽ عالمن ڪي قتل ڪندا هئا، انهن جي ڪيل پيش قدمين جو اعتراف ڪرڻ بجاءِ انهن ڪي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا جهڙي ريت تاتارين بغداد ۾ ۽ عيسائين غرناط ۽ قرطبه ۾ مسلمانن جي ثقافت جو نان نشان مٽائڻ جي ڪوشش ڪئي، ٻئي طرف مسلمانن اهڙو ڪجهه به نه ڪيو پر قديم تهذيبن جي تجربن مان استفاذه ڪيو ۽ انهن جي خدمتن جو اعتراف به ڪيو ۽ گڏوگڏ انهن جي لغزشن ڪي درست پڻ ڪيو، اهڙي ريت يوناني علم جيڪي ناپيد ٿي چڪو هو، اهو مغرب جي ظلمن يا جيڪو ڪجهه بچيو هو اهو انهن ظلمن سبب ڪتب خانن جي نذر ٿي چڪو هو، انهيءَ يوناني علم ڪي ٻيهر زنده ڪرڻ جو سهرو مسلمانن جي سر تي آهي. ***(هلنڊڙ)***

### سچو موتي

چهري جي مرڪ دل جي ترجماني نٿي ڪري سگهي پر لڙڪ دل جا ترجمان هوندا آهن.

***چونڊ: علي مرتضيٰ پنهور قاسمي / دادو***

### قول

سڀ کان بلند تقوىٰ تواضع آهي، الله وارن وٽ وجو ته خاڪ تي وجو.

***موڪليندڙ: عدنان علي ميمڻ / دادو***



# معراج مصطفيٰ 

محمد ابراهيم کوکر

**1: معراج جو پهريون حصو:**

هن عظيم الشان سير ۾ربِ ڪائنات پنهنجي محبوب نبي پاڪ ﷺ جن کي پنهنجي قدرت جي عظيم مشاهدي کان روشناس فرمايو ۽ سندس مٿان دنيا ۽ آخرت جا تمام پردا کولي ڪائنات جي حقيقت ۽ ان جي واقعات کان آگاهه فرمايو. مفسر هن واقعي جي ذڪر کي ڪجهه هن طرح پيش ڪن ٿا.

قابِ قوسين جو هي عظيم البرڪت مسافر جڏهن براق تي سوار ٿي حرمِ مڪ کان روانو ٿيو ته جبرائيل عليہ السلام براق جي واڳ جهلي هلائي رهيا هئا، اڳتي پاڻ مداين ۾ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي وڻ پرسان، پوءِ بيت المقدس وٽ ٻہ رڪعتون نفل پڙهندي پهتا، هن مقام تي پاڻ ﷺ تمام انبياءِ ڪرام جي امامت جو شرف حاصل ڪيو.

**2: معراج جو ٻيو حصو:**

مسجد اقصيٰ کان سدرة المنتهيٰ ۽ اڳتي تائين هن بابرڪت سفر جي ٻئي حصي جو ذڪر الله تبارڪ و تعاليٰ قرآن پاڪ جي سورة النجم ۾ تفصيل سان بيان ڪيو آهي. حقيقت ۾ معراج جو هي سفر پنهنجي انفراديت ۽ ڪمالات جي ڪري اعليٰ مقام رکي ٿو. هن سفر ۾ رب پنهنجي محبوب نبيءَ ﷺ تي اهڙي تہ ڪرم نوازي فرمائي جو ڪين "ثُمَّ دَنَا فَتَدَلّٰى" جي مقام سان نوازيائين. هن واقعي جو ذڪر مسلم شريف جي هڪ حديث شريف ۾ جيڪا حضرت ثابت رضي الله عنہ روايت ڪئي آهي.

حضرت انس رضي الله عنه کان ڪجهه هن طرح آهي، پاڻ فرمايائون: ”پوءِ مون کي ۽ جبرائيل کي ستين آسمان تي وٺي ويا جبرائيل عه دروازو کولڻ لاءِ چيو، آواز آيو ڪير آهي؟ جواب ڏنائين ته مان جبرائيل آهيان. پڇيو ويو گڏ ڪير آهي؟ جبرائيل عليه السلام وراڻيو ته محمد صلي الله عليه وسلم. پڇيو ويو ڇا ان کي گهرايو ويو آهي؟ جبرائيل جواب ڏنو ها!. پوءِ دروازو کُليو. مون ڏٺو ته حضرت ابراهيم عليه السلام بيت المعمور کي ٽيڪ لڳائي ويٺا آهن، (بيت المعمور اها پاڪ جاءِ آهي جتي هر روز ستر هزار فرشتا داخل ٿيندا آهن، پر ڪين ٻيو دفعو ڪڏهن به سعادت نصيب نه ٿيندي آهي، اهو فرشتن جو قبلو آهي، بيت الله کان مٿاهون) پوءِ مون کي (صرف نبي پاڪ ﷺ) سدرة المنتهيٰ تائين پهچايو ويو. نبي پاڪ فرمايو پوءِ رب پاڪ ان سدرة المنتهيٰ تي پنهنجو ڪرم ڪيو ته اهو ايترو خوبصورت ٿي پيو جو ڪائنات مخلوق ۾ ان جي حسن ۽ جمال بيان نٿو ڪري سگهجي.

پوءِ رب مون تي وحي فرمائي ۽ مون تي ڏينهن رات ۾ پنجاهه نمازون فرض ڪيون. مان اتان کان لهي جڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام وٽ آيس ته ان مونکان پڇيو ته رب توهان جي امت تي ڇا فرض ڪيو؟ مان وراڻيو پنجاهه نمازون، موسيٰ عليه السلام فرمايو پنهنجي رب وٽ وڃو ۽ ان ۾ رعايت لاءِ عرض ڪيو، اوهان جي امت ايترو وزن نه کڻي سگهندي، مان بني اسرائيل کي آزمائي چڪو آهيان، ان ڪري مان پنهنجي رب جي طرف واپس ويس ۽ عرض ڪيم: اي پروردگار! منهنجي امت تي رحم فرماءِ، پوءِ الله تعاليٰ پنج گهٽ ڪيون، اهڙي طرح بار بار پنهنجي رب ۽ موسيٰ عه جي وچ ۾ ايندو ۽ ويندو رهيس، ايستائين جو الله تعاليٰ فرمايو اي محبوب ! اهي تعداد ۾ ته پنج آهن پر حقيقت ۾ پنجاهه آهن.

Email: mike_salu@yahoo.com

# ڪاڪ ڇڏي ويا ڪُنڊ تي!

پروفيسر
شمشاد
سومرو



60 ڪتابن جو مصنف، ناول نگار، افسانہ نگار
## فتح الدين سومرو "بيدار مورائي"

سونهاري سنڌڙيءَ جي سندر شهر "مورو" کي اهو اعزاز آهي تہ هن هر دور ۾ علمي، ادبي، سياسي ۽ سماجي طور پاڻ ملهايو آهي هِن پنهنجي ڪُک مان اهڙن انمول هيرن کي جنم ڏنو آهي جن سنڌ تہ ڇا پر پاڪستان ۽ ملڪ ٻاهر پاڻ موڪيو آهي سياسي ميدان هجي يا ادبي، علمي ميدان هجي يا سماجي مطلب تہ انهن گوهرن پنهنجو نانءُ نروار ڪيو آهي. علم ۽ ادب جي آبياري ڪندي هتي قاضي عبدالخالق"خليق مورائي" جو نالو سر فهرست ملندو جڏهن تہ ٻين هيرن ۾ ناصر مورائي، راشد مورائي، پروفيسر نذير قاضي، قاضي محمد علي اختر مورائي، فتح الدين"بيدار مورائي" ۽ ٻين جنم ورتو آهي موجوده نئين ٽهيءَ ۾ ايترا بهترين نالا آهن جن جي لسٽ طويل آهي جن تحقيق، تخليق، ناول، افساني، شاعري ۽ ادب جي ٻين صفن ۾ جڳ مشهوري ماڻي آهي.

**فتح الدين سومرو "بيدار مورائي"** بہ اهڙي سهڻي من مهڻي شهر جي سومرا محلي ۾ جان محمد سومري جي گهر اندر 5 **فيبروري** 1937ع تي **جنم** ورتو پاڻ ابتدائي تعليم سنڌي پهرئين ڪان ٽئين درجي تائين هالاڻي تعلقي ڪنڊياري

لڳ ڀلاٽي مان حاصل ڪئي، جتي سندن مامو مرحوم ارباب علي سومرو رهندو هو. انگريزي پنج درجا مڊل اسڪول موري مان حاصل ڪيائين جتي ان وقت هيڊ ماستر مشهور ليکڪ ۽ استاد محترم غلام محمد پنهور منياٽي وارو هئو. پاڻ وڌيڪ تعليم پرائڻ لاءِ سنڌ سونهاري جي هڪ ٻئي علمي ادبي شهر "هالا" ويا جتان 1954ع ۾ ڇهون درجو ۽ 1955ع ۾ ميٽرڪ جو امتحان هالا هاءِ اسڪول مان ڏنائين. ان وقت هالا هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر مشهور تعليمي ماهر سائين غلام رضا پٺو هيو پٺو صاحب سندن مئٽرڪ جي انگريزي پڙهائيندو هو جڏهن ته نامور اديب ۽ شاعر سائين عبدالرئوف ابڙو "منصور ويراڳي" جن ڪين سنڌي سبجيڪٽ پڙهائيندا هئا. منصور صاحب جي دور ۾ پڙهڻ دوران **"بيدار صاحب"** مضمون **"پٽائي جو پيرو"، "هاري جي حياتي"، " زميندار جي زندگي"** لکيا هئا جيڪي سندن استاد ابڙي صاحب کي تمام گهڻا پسند آيا ۽ منصور صاحب ڪين گهڻو ڀائيندو هو. اهو ئي سبب آهي جو **"بيدار مورائي"** جي ڪتابن ۾ اڪثر پيش لفظ سندن لکيل آهن. بيدار صاحب هڪ سٺو ناول نويس، سيرت نگار، سوانح نگار، افسانہ نويس هو سندن سٺ کان مٿي ڪتاب لکيل آهن جنهن مان 54 ڪتاب ڇپيل آهن.

**"بيدار مورائي"** جن پهريون ڪتاب **"حقيقي ايمان"** 1958ع ۾ لکيو جنهن ۾ ايمان جي حقيقت بيان ڪيل آهي، ٻيو ڪتاب **"حقيقي علم"** لکيو جنهن ۾ عارف ۽ عالم جي گفتگو ۽ بحث افساني ۽ ناول جي طرز تي ڪيل آهي. هن ڪتاب ۾ هڪ طرف اهل علم ۽ ٻئي طرف اهل ذڪر جا

دليل ۽ واقعا سوالن جوابن جي صورت ۾ موجود آهن جيڪي نهايت دلچسپ ۽ سولي سلوٽي نموني بيان ٿيل آهن. ٿيون ڪتاب "**حقيقي دوست**" ناول جي طرز تي لکيل آهي، ان بعد "**چوٽڪارو**"، "**عشق جي پوڪ**"، **چوڏهين صديءَ**" ڪتاب شايع ٿيا. "**بيدار صاحب**" عشق جي پوڪ ڪتاب ۾ عجيب و غريب عنوان ڏنا آهن جيئن "**زاري واري زمين**"، "**هيٺاهين جا هر**"، **پيار جو پاٽي**"، "**ادب جو ٻج**"، "**سڪ جا سلا**"، "**صحبت جا سنگ**"، "**غير جي جهار**"، "**وسيلي جي ونگار**" وغيره

هي ڪتاب ناول جي طرز تي نهايت دلچسپ ۽ عشقيا انداز ۾ لکيل آهي. اهي 6 ئي ڪتاب 1958ع کان 1964ع تائين 6 سالن ۾ لکيا ويا ان وقت "**بيدار مورائي**" جن 25 سالن جي عمر جا هئا. **1970**ع ۾ جڏهن پاڻ مدل اسڪول قمر آباد ۾ انگريزي استاد هئا ان وقت "**الخالق ادبي اداره هالا**" جي باني غلام هالائي ۽ انور هالائي جن قمر آباد ۾ ان اداري جي شاخ قائم ڪئي ۽ اتي هڪ ادبي ڪانفرنس ڪرائي وئي جنهن ۾ ڪيترن ليکڪن، اديبن ۽ شاعرن شرڪت ڪئي. هالا مان انور هالائي سميت ڪافي ڏات ڌڻين شرڪت ڪئي. ان ڪانفرنس ۾ "**بيدار مورائي**" هڪ مقالو پڙهيو ان مقالي ٻڌڻ کانپوءِ انور هالائي سندن تخلص "**بيدار**" رکيو ۽ پاڻ "**بيدار مورائي**" جي نالي سان مشهور ٿيا ۽ لکڻ لڳا ياد رهي تہ ان وقت ساڻن گڏ سنڌ جو مزاحمتي ۽ انقلابي شاعر سائين عبدالحڪيم "**ارشد**" پڻ اتي استاد هئا

"**بيدار مورائي**" جڏهن 1955ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان

ڏنو ۽ سندن رزلٽ اچا نہ آئي هئي تہ کين "انگريزي ماستري" ملي ۽ سندن پوسٽنگ اي پي ڪلاس ماڙي تعلقہ مورو ۾ ٿي. ان وقت پاڻ 18 سالن جي عمر جا هئا ۽ سندن پگهار 75 روپيا هئي. ان کان بعد ۾ پاڻ مڊل اسڪول قمر آباد ۾ رهيا جتي تمام گهڻو عرصو رهيا ۽ ان بعد مورو هاءِ اسڪول، ڦل هاءِ اسڪول ۾ رهيا جتان پروموشن طور ايچ ايس ٽي ٿي "شادي پلي هاءِ اسڪول مني" ويا ۽ آراضي هاءِ اسڪول ۽ ان بعد سڏوجا هاءِ اسڪول رهيا جتان 1997ع ۾ رٽائرڊ ڪيائون."**بيدار مورائي**" 1965ع ۾ روزاني مهراڻ اخبار ۾ اسلامي صفحي ۾ ڪالم لکيا، ان وقت مهراڻ جو ايڊيٽر سيد سردار علي شاهه هو.

1970ع دوران روزاني الوحيد اخبار ۾ "**سيلاني**" جي نالي سان سيلاني جي ڊائري ڪالم لکندا هئا. **بيدار صاحب جن جي تخليقن ۾ سماجي برائين، سماج جي غلط رسمن رواجن، بي انصافي، ظلم ۽ ڏاڍ، رشوت خوري ۽ ذخيره اندوزي، منافع خوري، ڪامورن جي ڪڌن ڪرتوتن کي وائکو ڪيو اٿس** سندس جا اصلاحي سماجي افسانا، ناول، سيرت ۽ سوانح، ملفوظات، ديني ادب تي 60 کان مٿي ڪتاب لکيا آهن "**بيدار مورائي" جن 1999ع ۾ دادو مان نڪرندڙ ٽماهي رسالي "الاصلاح" جو آخري ڇمار تائين چيف ايڊيٽر پڻ رهيو.** جنهن ۾ سندن ڪيترائي مقالا پڻ آهن. سندس اڻ ڇپيل ڪتابن ۾ "**مقالات بيدرايہ**"، "**سالار نقشبند**"، "**طاهري فيض جي طغياني**" ۽ ٻيا شامل آهن. بيدار صاحب فارسي ۽ ابتدائي عربي تعليم

”مدرسہ رحمانيہ“ مورو مان مولانا عبدالرحيم لغاري وٽان حاصل ڪئي ڪين فارسي تي سنو عبور حاصل هو. پاڻ روحاني فيض وقت جي قيوم ۽ **غوث حضرت عبدالغفار”پير مٺا“** جن کان 1953ع ۾ حاصل ڪيو ۽ پير مٺا جن جي وصال 1964ع بعد سندن نائب ۽ خليفي اول ولي ڪامل **حضرت خواجہ الہ بخش المعروف ”سهڻا سائين“** رحہ جن وٽ بيعت ثاني ڪئي ۽ 1970ع ۾ سندن کان خلافت جو خرقو حاصل ڪيو. سهڻا سائين جن جي وصال ڪانپوءِ پاڻ سندن فرزند دل بند حضرت قبلہ خواجہ محمد طاهر بخشي المعروف **”محبوب سڄڻ سائين“** جن جي 1983ع ۾ بعيت ثالث ڪئي. محبوبن مرشدن ڪريمن جو خاص پيار محبت ڪين ملندي رهي. **”بيدار صاحب“** جا ڪجھ ڪتاب بين تخلصن جهڙوڪ **”علامہ هڻ ڪڻ“، ”علامہ افٽ مار“، ”علامہ سيلاني“ ۽ سجاڳ سومري** جي نالي سان پڻ لکيل آهن.

**”بيدار مورائي“** جي ڪيترن ئي ڪتابن تي سندن مرشد محبوب سڄڻ سائين جن جا دعائيہ ڪلمات لکيل آهن. **”تحفة الطاهرين“** تي تقريظ لاءِ سڄڻ سائين جن تحرير فرمائين ٿا تہ: ”**بيدار صاحب**! واقعي ئي بيدار آهي، **سندس دل بيدار، سندس دماغ بيدار، سندس عشق بيدار، سندس وفا بيدار، سندس اخلاص بيدار ۽ بيدار جو ڪردار هر طرح سان بي داغ آهي جسماني لحاظ کان ڪمزور، لاغر، مگر سندس محبت هر دم جوان. هي عاجز کهڙي بہ مشڪل کان مشڪل سفر تي چو نہ هجي،** ڪيترو بہ ڏوراهون پنڌ چو نہ هجي،

بيدار صاحب جيڪو مجسمع محبت آهي، جبل جاڳهي، ڏونگر ڏوري، بک اُڃ برداشت ڪري، ضرور پهچندو آهي“.

سندن ٻئي ڪتاب ”لڪل لعل“ تي سچڻ سائين تحرير فرمائين ٿا ته: ”بيدار صاحب جي دل ۾ هي درد هميشه رهيو آهي ته پنهنجي مشائخ نقشبند جي محبت ڀري پيغام کي عام ڪجي، هن وقت هن جماعت ۾ ڪافي نوان باصلاحيت افراد تحرير ميدان ۾ اڀَتي اچي، قابل قدر ڪارنامه سرانجام ڏنا آهن، مگر هن حقيقت کان انڪار نه ٿو ڪري سگهي ته جماعت اندر تحريري ڪم کي شروع ڪندڙ افراد کان بيدار صاحب ممتاز حيثيت رکن ٿا ۽ بيدار صاحب کان تحرير اعزاز ڪير به کسي نه ٿو سگهي. بيدار صاحب جي محبت، الفت، نسبت ۽ عظمت خصوصن محنت ۽ صلاحيت ۾ به اضافو ٿيو آهي، هر روز نئين عزم، حوصلي سان تحرير جو سلسلو به جاري ۽ ساري ته هن عاجز سان گڏ سفر به جاري آهي سندن جي محبت جو اهو اهم نشان آهي ته هن عاجز جي شايد ڪا اهڙي تقرير هجي جيڪا بيدار صاحب وٽ ڪيسٽ ۾ محفوظ نه هجي“.

”بيدار مورائي“ جي ڇپيل مختلف ڪتابن ۾ ڪيترن مشهور اهل قلم جا پيش لفظ، مهاڳ ۽ تقريظون لکيل آهن جن مان ڪجهه جا ٽڪرا هڪ نموني طور ڏجن ٿا. ”لڪل لعل ۾ مشهور اديب ليکڪ ۽ عالم علامه حبيب الرحمان گبول لکن ٿا ته: ” بيدار مورائي صاحب“ سنڌ سر زمين جي انهن خوش قسمت، محدود، مگر املهه اديبن ۽ ليکڪن مان هڪ آهي، جن کي جديد توڙي قديم ٻنهي علمن جي سڃاڻ ۽

وسيع تجربو حاصل آهي.“ مورائي صاحب چاليهارو سالن کان جديد تعليم جي مختلف ادارن ۾ هڪ تجربيڪار استاد جي حيثت ۾ علمي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو آهي. ساڳئي وقت ”بيدار صاحب“ جو ديني ڪتابن جو مطالعو ۽ معلومات بہ مثالي آهي. 50 جي لڳ ڀڳ ڇپيل ديني ڪتاب، مضمون ۽ مقالا ”بيدار صاحب“ جي جفا، جاکوڙ ۽ ملي جذبي جو واضح ثبوت آهن. جڏهن تہ اڻ ڇپيل ننڍن وڏن ۽ گم ٿيل مضمونن جو انگ تہ شايد ڪيس بہ ياد نہ هجي.

**مشهور مزاحمتي شاعر سائين عبدالحڪيم ارشد** سندن ڪتاب تحفت الطاهرين متعلق لکي ٿو تہ: ”هي ڪتاب ”تحفت الطاهرين“ فقط ڪو تاريخي تذڪرو ناهي، هي ڪتاب اسان جي سامهون هڪ عظيم روحاني حستي جي فڪر ۽ عمل، جهد ۽ ڪاوش جو هڪ عملي نمونو پيش ڪري ٿو. انهي لحاظ سان هي ڪتاب بلا شبہ اهل دل، اهل بصيرت ۽ اهل نظر انسانن لاءِ روحاني تحفي جي حيثيت رکي ٿو. عظيم انسانن جي تاريخ پوئنرن ۽ پوئلڳن لاءِ پنهنجي صفحات ۽ پنهنجي هر عنوان هيٺ درس عبرت پيش ڪري ٿي. هي تاريخ اسان کي هي سبق سيکاري ٿي تہ الله جي دين جي فڪر، اشاعت، تبليغ ۽ توسيع لاءِ جيئن هن الله جي ڪامل ولي پنهنجي زندگي وقف ڪري ڇڏي آهي اسان کي بہ سندس ئي نقش قدم جي پيروي ڪرڻ گهرجي. زندگي ۾ مونکي پنهنجي بي عملي تي ندامت جو شديد ترين احساس ان وقت ٿيو جڏهن منهنجي مشفق ۽ مهربان دوست ۽ منهنجي پراڻي ساٿي جناب بيدار مورائي صاحب

جن مونکي انتهائي هجت، اصرار ۽ پنهنجائپ جي پر خلوص جذبن سان چيو تہ سندس ترتيب ڏنل ڪتاب تحفة الطاهرين تي، جيڪو سرزمين سنڌ جي عظيم المرتبت روحاني حستي، سلسلا نقش بنديہ غفاريہ جي ڪامل ولي ۽ قبلہ سجڻ سائين جن جي سوانح حيات، علمي ۽ عملي ڪارنامن، روحاني ڪمالات ۽ فيوذات جي باري ۾ مختلف عنوانن تي مشتمل ساھ سان سانديڻ جهڙو روحاني تحفو آهي.

**اديب ۽ شاعر ڊاڪٽر عبدالرحيم چنا** سندن سفر نامي ”ڏوريندين ڏسن“ تي ہ اکر لکي ٿو تہ: ”بيدار صاحب“ جو سفر نامو نظر مان گذريو پڙهي ڏاڍي خوشيءَ تي ڪيس لکڻ جو اهڙو ڏانءُ، سٽن ڪي سٽڻ جو ٽانءُ ۽ جملن جي جوت جو اهڙو هيانءُ آهي جو نہ چاهيندي بہ سڄو سفر نامو پورو ڪيم. ڏاڍو مزو آيو. اهڙي تہ سهڻي نموني ستاءُ ڪيو اٿس جو پڙهندڙ جڻ تہ سفر ۾ ساڻس شامل آهي. بيدار صاحب“ جهڙي سهڻي، من مهڻي، دل نذير ٻولي هر ڪو ماڻهو لکي نہ ٿو سگهي. سندس محنت، رات جو ننڊون فٽائي، هر بيان وري وري لکڻ، ان کي سهڻو ٻڌائڻ ۽ سنوارڻ، هر زي شعور جو ڪم ناهي.

هي نامور اديب، استاد ۽ ليکک 18 **ڊسمبر** 2013ع تي اربع ڏينهن هن **فاني دنيا کي ڇڏي دارالبقا** ڏانهن راهي ٿيو سندن جنازي نماز موري جي مشهور گولڊن گرائونڊ تي سندن مرشدن ڪريمن محبوب سڄڻ سائين جن پڙهائي.



قارئين جي تحريري صلاحيتن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ هي سلسلو شروع ڪيو ويو آهي، جنهن جا نتائج بهترين اچي رهيا آهن، آئينده شماري لاءِ موضوع آهي ”ٻوٽا ماحول کي بهتر بڻائڻ لاءِ ڇو ضروري آهن؟“ آهي، قلم ڪٺو ۽ 50 لائينن تي مشتمل جامع ۽ حقائق تي مبني تصديق شده تحرير ارسال ڪريو، زياده ڊگهي تحرير مقابلي ۾ شامل نہ ڪئي ويندي، اداري جو مراسله نگار سان متفق هجڻ ضروري نہ آهي، مضمون اماڻڻ جي آخري تاريخ 15 اپريل 2015ع آهي.




# ڪاپي هڪ مٺو زهر آهي

زوجه وفا شر طاهري

نقل ڪرڻ هڪ اهڙو مرض آهي، جنهن سان اهليت واري جي اهليت ختم ٿي وڃي ٿي ۽ سندس جاءِ تي نااهل ماڻهو چونڊجي وڃن ٿا، هي اهڙو ناسور آهي، جيڪو اسان جي معاشري ۾ رهندڙ نوجوانن کي اڌوهي جيان کائيندو پيو وڃي، ڪاپي ڪري پاس ٿيندڙ جڏهن ڪنهن ٽيسٽ يا امتحان ۾ ويهن ٿا هو اوٻاسيون ڏيندا رهجي وڃن ٿا پر سندن جاءِ تي جيڪي ڏينهن رات محنت ۽ اوجاڳا ڪري پڙهائي تي ڌيان ڏين ٿا تہ اهي ڪاميابي ماڻين ٿا، اهو مڃون ٿا تہ سفارشي ۽ ڪاپي ڪلچر جي ڪري اسان کان تعليم موڪلائيندي پئي وڃي پر اها ڳالهہ بہ ضرور مڃڻي پوندي تہ جيڪڏهن اسان باقائدگي سان تعليم کي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪندا رهندا

سين تہ اسان ضرور بہ ضرور ڪامياب ٿينداسون.

اسان جا مرشد حضرت محبوب سجڻ سائين اڪثر ڪري تعليم حاصل ڪرڻ تي زور ڏيندا رهندا آهن، جماعت جي پنج نقاطي ترجيحات پروگرام ۾ تعليم بہ شامل آهي، پاڻ فرمائيندا آهن تہ ڪوڙيون ڊگريون حاصل ڪرڻ ڪو مسئلو ناهي پر تعليم حاصل ڪندا رهو، وفدن جي صورت ۾ مختلف علائقن ڏانهن ويندڙ دوستن کي پڻ حضرت صاحب اهو تاڪيد فرمائيندا آهن تہ اوهان جنهن علائقي ۾ وڃو ٿا تہ اتي جي نوجوانن کي تعليم پرائڻ تي زور ڏيو، جيڪڏهن ڪو نوجوان پرائمري پاس آهي تہ ان کي ڇهين ڪلاس ۾ داخل ڪرايو، ڪو شاگرد ميٽرڪ پاس ڪري ويو آهي ۽ ان وٽ مالي وسائل نہ آهن جنهن ڪري هو اڳتي پڙهي سگهي تہ اتان جي ڪميونٽي کي ان ڳالھ تي همٿايو تہ گڏجي ان جي مدد ڪن تہ جيئن هو اڳتي پڙهي سگهي ۽ ائين پڙهندو رهي. پر بدقسمتي سان اسان جي معاشري ۾ نياڻين لاءِ تعليم پرائڻ وڏو ڏوھ بڻجي ويو آهي، ٻهراڙي جي علائقن ۾ مشڪل سان پرائمري پاس ڪرائي نياڻين کي گهرن ۾ ويهاريو ويندو آهي، جڏهن تہ شهرن ۾ ميٽرڪ تائين زوري تعليم ڏياري اهو چئي بس ڪرايو ويندو آهي تہ هاڻي وڌيڪ پڙهي ڇا ڪندينءَ؟ ڪهڙيون نوڪريون ٿيون ملن، صرف نوڪري ماڻڻ لاءِ تہ پڙهائي نہ ڪئي ويندي آهي. اوهانکي بہ اها ئي گذارش آهي تہ مهرباني ڪري ڪاپي تي ياڙڻ بجاءِ محنت سان پڙهائي جاري رکو تہ اهو ڏينهن پري نہ آهي جو اوهان وڏن عهدن تي فائز هوندوَ.





انچارج: محمد فهيم کوکر

**دوست علي مهر 3/ چڪ سهيلو دوڙ** ڪان لکي ٿو تہ سلسليوار الاصلاح مليو، پڙهي دل کي تمام گهڻي خوشي محسوس ٿي.

*** * ادا مهر صاحب، اوهان جي مهرباني، مواد ملي چڪو آهي.***

**حافظ ولي محمد راڄڙ نصيرآباد ڪان لکي ٿو** تہ پهريون دفعو حصو وٺي رهيو شامل ٿي رهيوآهيان، مايوس نہ ڪندا

*** * حافظ صاحب، الاصلاح ۾ اوهان جو مواد پهچي چڪو***

**ڊاڪٽر سلمان احمد پيٽي / PUMHS نواب شاهہ** مان لکي ٿو تہ الاصلاح دوست وفا شر وٽان گفٽ مليو، رسالي ۾ قسطوار مضمون شايع ڪيا وڃن تہ پڙهندڙن جي دلچسپي وڌيڪ ٿئي.

***** ڊاڪٽر سلمان صاحب، اوهان جي تجويز نوٽ ڪئي وئي آهي.***

**انهن دوستن جا نالا، جن الاصلاح کي پسند ڪيو**

نعيم قائمخاني، امين قاسماڻي، ياسين خان شر، عبدالغفار ملاح، ذاڪر ميمڻ ، حافظ عبدالخالق پنهور، حافظ عبدالوهاب بروهي، مقصود علي راڄڙ، حفيظ الرحمٰن پنهور،فضل الرحمٰن گبول، محمد احسن شر طاهري، منير احمد شر، مجيب الرحمٰن گبول، محمد اويس لاشاري، راجہ شر،محمد صالح پيرزادو، راشد علي ناريجو، ايڊووڪيٽ شوڪت ڪلو، الطاف سولنگي، مسعود پيٽي، ذيشان احمد پيٽي، فرحان پنهور،غلام مصطفيٰ سينچ سبيل،عبدالستار، محمد اطهر قريشي ۽ وسيم علي سيال




انچارج:
عالمگير
قريشي

# سڄڻ جو سفر!

## گلال محله هگورجا ۾

## محبوب سڄڻ سائين جن جي آمد

تاريخ 10 فيبروري اڳاري جي ڏينهن ج.ا. م ۽ ر.ط. ج جي تعاون سان گلال محله هگورجا ۾ پروگرام منعقد ڪيو ويو، مفتي محمد اسحاق شر نون دوستن جو تعارف ڪرايو، جنهن بعد حضرت محبوب سڄڻ سائين خاص خطاب ڪندي فرمايو ته نوجوانن کي علم حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ گهرجي، علم ڏيئي جي مثل آهي، هڪ ڏيئي مان اوهان ڪيترا به ڏيئا ٻاريو، پر پهرين ڏيئي جي روشني ۾ ڪا به گهٽتائي نه ايندي، نوجوان اجايو ڊگريون حاصل ڪرڻ ڪان پاسو ڪن، زندگي مختصر آهي، اختلافن، فسادن ۾ مليل ٿورڙي زندگي نه گذاري ڇڏيو، ان ڪان بعد ۾ قبله محبوب سڄڻ سائين جن ج.ا. م ضلع نوشهروفيروز جي ڪوشش سان ڪوٽري ڪبير ۾ تازو ڪوليل برانچ جي دعوت تي پهتا، جتي برانچ سرپرست مفتي محمد اسحاق شر، ربنواز چنه ۽ ٻين دوستن تقريرون ڪيون ۽بعد ۾ حضرت صاحب جن خطاب فرمايو.

*رپورٽ:غلام جعفر ٽانوري*

## حضرت سڄڻ سائين جن جي ڳوٺ ٻنگل چانگ ۾ آمد

تاريخ: 10 فيبروري تي حضرت محبوب سڄڻ سائين جن هگورجا ويجهو ڳوٺ ٻنگل چانگ ۾ پهتا، جتي برانچ جي سرپرست محترم احمد بخش گلال، محمد رمضان چانگ، حافظ منور چانگ، ظهير چانگ ۽ ٻين تقريرون ڪيون.

*رپورٽ: ظهير احمد چانگ*

## جماعت اصلاح المسلمين ضلع نوشهروفيروز جي ڪارڪردگي رپورٽ

14 ڊسمبر 2014ع تي مسجد انوارمصطفیٰ ڪنڊيارو ۾ ج.ا.م ضلع نوشهرو فيروز جي باڊيءَ جي چونڊ ڪئي وئي، * ضلعي اندر تمام برانچز جي فون نمبرس تي مشتمل ڊائريڪٽري تيار ڪئي وئي آهي،* ضلع نوشهروفيروز طرفان جماعت جو ڪئلينڊر 2015 جون 1200 ڪاپيون نهرائي دوستن کي ڏنيون ويون.* انشاءَالله 20 مارچ تي دربارعاليہ تي مفت اکين جي ڪيمپ لڳرائڻ لاءِ تياريون جاري آهن. * ضلعي ۾ ٻہ نيون برانچن جي قيام بعد تعداد 44 ٿي ويو آهي. * 9 جنوري 2015ع تي محبوب سڄڻ سائين جن جي مورو برانچ ۾ آمد ٿي جتي شاندار جلسي جو اهتمام ڪيو ويو.* تاريخ: 08 فيبروري 2015ع تي ٽائون ڪاميٽي ڪنڊيارو ۾ ج. ا. م ضلع نوشهروفيروز جي 44 برانچز جي حلف برداريءَ تربيتي پروگرام منعقد ڪيو ويو. تقريب ۾ صاحبزاده محمد جعفر طاهر صاحب جن خاص طور تي شرڪت ڪئي ۽ خطاب فرمايو.

*رپورٽ: شمشاد سومرو/ طارق حسين منگي*

## جمعيت علماءِ طاهريہ و جماعت اصلاح المسلمين ضلع نصيرآباد (ڊيرامراد جمالي) بلوچستان جي تبليغي رپورٽ

تاريخ 8 ربيع الاول تي غوثيہ مسجد سولنگي محلہ ڊيرا مراد جمالي ۾ بسلسلہ عيدميلاد النبي ﷺ تي پروگرام ٿيو. 10 ربيع الاول تي جامع مسجد غفاري عمراڻي محلہ ۾، ٿي ايند ٽي ڪالوني ۾ پڻ جلسو ٿيو، جنهن کي خليفہ سرائي خان طاهري ڪمپيئرنگ ۽ خليفہ حافظ خاوند بخش طاهري

خطاب ڪيو. عباسي محلہ ۾ چوٿون پروگرام جشن ميلاد النبي ﷺ جي موضوع تي استاد محمد قاسم عباسي جي زيرنگراني ٿيو، نوراني مسجد لانگو محلہ ۾ ٿيل جلسي ڪي نعت و منقبت ڪانپوءِ مفتي عبدالرحيم طاهري، مولوي يار محمد عمراڻي طاهري، عنايت فقير، حافظ ممتاز سلطاني ۽ ٻين خطاب ڪيو.

***رپورٽ: عبدالرؤف عمراڻي/ڊيرا مراد جمالي***

**رط ج صوبہ سنڌ جو اهم اجلاس، سپريم ڪائونسل جي چيئرمين صاحبزاده محمد جعفر طاهر جي خصوصي شرڪت**

روحاني طلبہ جماعت سنڌ صوبہ جو اهم اجلاس مرڪزي سيڪريٽريٽ درگاهہ الله آباد شريف ۾ صوبائي صدر محمد عمرفاروق عباسي جي صدارت ۾ ٿيو، اجلاس ۾ تنظيمي مامرن تي ڳالهايو ويو، سنڌ جي سمورن ضلعن اندر نگران مقرر ڪيا ويا، ان موقعي تي سپريم ڪائونسل جي چيئرمين صاحبزاده محمد جعفر طاهر جي خصوصي شرڪت ڪئي ۽ خطاب ڪندي چيو تہ سمورن صوبائي عهديدارن کي تاڪيد ڪجي ٿو تہ هو تنظيمي ڪم ۾ نواڻ آڻين ۽ وڌيڪ بهتر نموني ڪم ڪيو وڃي، تہ جيئن اسان جي مرشد مربي جي پيغام سان گهڻا نوجوان فائدو حاصل ڪن.

***رپورٽ: محمد عثمان آرائين(پ س ) ر. ط ج صوبہ سنڌ***

**صاحبزاده محمد جعفر طاهر جن جو تنظيمي دؤرو براءِ ج.ا. م ضلع دادو (1)، ج ع ط ۽ ر.ط ج ضلع دادو**

5 فيبروري 2015ع بروز خميس ظهر نماز بعد ڳوٺ حافظ ميرمحمد ڪلهوڙو ۾ پروگرام ٿيو، تلاوت، نعت، منقبت ڪانپوءِ رط.ج، ج.ع.ط، ج.ا. م جي ضلعي جنرل

سيڪريٽريز رپورٽ پيش ڪيون، بعد ۾ مرڪزي سيڪريٽري جنرل انجنيئر غلام محمد ميمڻ جن خطاب ڪيو، آخر ۾ مرڪزي صدر صاحبزاده سائين جعفر طاهر صاحب جن خصوصي ڪلمات سان نوازيو.

***رپورٽ: غلام نبي ميمڻ طاهري ج.س ج.ا.م ضلع دادو(1)***

## هفتہ وار محفلِ ذڪر

ج.ا. م برانچ سهرابيہ مسجد ٻُٺ محلہ دادو ۾ هر جمعي جي ڏينهن عشاءِ نماز کان بعد محفل ذڪر و مراقبہ ٿيندو آهي، جنهن ۾خليفہ نعمت الله قريشي خصوصي شرڪت ڪندا آهن.

***رپورٽ: غلام فاروق چارڻ / سهرابيہ مسجد دادو***

## ج.ع.ط ضلع نوشهروفيروز جو اجلاس ٿي گذريو

ج.ع.ط ضلع نوشهروفيروز جو اهم اجلاس درگاهہ الله آباد ۾ زيرصدارت مولوي اسرار احمد شر جي ٿيو، جنهن ۾ تنظيمي معاملن تي غور ويچار ڪيو ويو، ان موقعي تي عهديدارن شرڪت ڪئي.

***رپورٽ: وفاشر طاهري ج.ع.ط ن.ف***

## ميلاد مصطفيٰ ﷺ جو جلسو

21 جنوري 2015ع عظيم الشان ميلاد مصطفيٰ جلسو جامع ميمڻ مسجد، ٻُٺ محلہ دادو ۾ ٿيو، جنهن ۾ خطاب حضرت مولانا حافظ صغيراحمد طاهري، خصوصي خطاب حضرت خليفہ نعمت الله قريشي طاهري ڪيو، جنهن بعد ذڪرحلقہ مراقبو ٿيو، ڪثير تعداد ۾ محلہ وارن شرڪت ڪئي.

***رپورٽ: محمد عالم ميمڻ ٻُٺ محلہ دادو***

## ج.ا.م شير خان ڪوسو جي ميمبر محمود ڪوسو جو لاڏاڻو، جنازي نماز صاحبزاد محمد جعفر طاهر جن پڙهائي

ج.ا.م برانچ شير خان ڪوسو جي ميمبر حافظ مبين احمد جو چاچو ۽ ج.ا. م ضلع خيرپورجي اڳوڻي ضلعي پريس سيڪريٽري واجب علي ڪوسو جي مامي محمود احمد ڪوسووفات ڪري ويو، سندس جنازي نماز صاحبزاده محمد جعفر طاهر جن پڙهائي.

***رپورٽ: واجب علي ڪوسو***

## ج.ا.م برانچ بخشو سولنگي ۾ عظيم الشان جلسو

29 هين ربيع الاول تي ج.ا.م برانچ بخشو سولنگي پاران جامع مسجد غفاريه ۾ عظيم الشان جلسو ٿيو، جنهن ۾ مشهور نعت خوان شبير احمد نيازي نعتون پڙهيون، جڏهن ته مفتي محمد اسحاق شر خصوصي خطاب ڪيو.

***رپورٽ: واجب ڪوسو***

## ماهوار ستاويهين شريف جو جلسو

تاريخ 8 فيبروري تي درگاهه الله آباد شريف ۾ ماهوار ستاويهين جو جلسو منعقد ڪيو ويو، جنهن ۾ جماعت جي ڪثير تعداد شرڪت ڪئي، ان موقعي تي ج.ا.م، ج.ع.ط، ر.ط.ج جي اڳواڻن ڊاڪٽر منور حسين پرڳڙي، مولانا عزيز الرحمان طاهري، مولانا خالد مغل، مولانا اسرار احمد شر، مولانا سڪليڊو طاهري، مولانا ساجد حسين ۽ ٻين پڻ خطاب ڪيو، بعد ۾ حضرت محبوب سجڻ سائين خصوصي خطاب ڪرڻ فرمايو. انٽرنيٽ ذريعي سڌيءَ ريت نشر ڪيو ويو.

***رپورٽ: محمد احسن شر***

## تبليغي پروگرام

25 جنوري 2015ع دادو شهر ويجهو ڳوٺ آدم خان پنهور ۾ هڪ بهترين تبليغي پروگرام ڪيو ويو، خصوصي خطاب حضرت خليفه نعمت الله قريشي ڪيو، آخر ۾ ڳوٺ جي معززين، مدرسه جي طلباءِ ۽ حافظن سڳورن سان ملاقات ڪئي وئي، وفد ۾ حافظ صغيراحمد، گلزار علي ڪلهوڙو، عدنان علي ميمڻ، ذاڪر علي ميمڻ، آصف علي قريشي، محمد اجمل قريشي، فقير غلام نبي ميمڻ شامل هئا.

***رپورٽ: غلام نبي ميمڻ طاهري /دادو***

## عظيم الشان جلسه بسلسله يارهين شريف

6 فيبروري تي جامع مسجد اقصيٰ نجم ڪالوني دادو ۾ سيدنا محبوب سبحاني شيخ عبدالقادرجيلاني جي شان جي سلسلي ۾ عظيم الشان يارهين شريف جو جلسو ٿيو، جنهن جي صدارت خليفه نعمت الله قريشي ڪئي، جنهن ۾ جماعت جي وڏي انگ شرڪت ڪئي، جنهن ڪي خصوصي خطاب حضرت مولانا محمد عاشق حسين لنڊ طاهري ڪيو.

***رپورٽ: عبدالغفار لنڊ طاهري نجم ڪالوني دادو***

## ج.ا.م دادو پاران تنظيمي و تبليغي پروگرام

20 فيبروري بروز جمع تي ج.ا. م برانچ حمزو خان خشڪ ۾ برانچ عهديدارن سان ملاقات ڪئي وئي، پرائمري اسڪول جو دورو ڪيو ويو. ٽلٽي ڳوٺ جي دوست انور علي ملڪ جي ٽيوشن سينٽر تي ساٿِس ملاقات ڪري ڪيس درگاهه شريف جو تعارف، حضور قبله عالم جي فيض وبرڪات جون ڳالهيون ۽ ماهوار جلسي ۾ شرڪت جي دعوت ڏني وئي،

ڳوٺ وڏيرا هاليپوٽه ۾ اوطاق تي محمد علي هاليپوٽو ۽ ڳوٺ جي اڪثر نوجوانن سان ملاقات ڪئي وئي. ٻئي طرف ڳوٺ دري ديرو ۾ جمع نماز ڪانپوءِ عظيم الشان پروگرام ٿيو، جنهن ڪي ج.ا.م ضلع دادو جي صدر منيراحمد عباسي خطاب ڪيو. آخر ۾ برانچ نئون واهڻ جو دورو ڪيو ويو، سمورن ڳوٺن ۾ سلسليوار الطاهر ۽ الاصلاح پڻ ورهايا ويا.

***غلام نبي ميمڻ طاهري/ دادو***

## ر.ط.ج ضلع خيرپور پاران نعتيه مقابلو

ر.ط.ج ضلع خيرپور پاران راڻي پور ۾ نعتيه مقابلو راڻي پور ڪرايو ويو، جنهن ۾ ضلعي جي سمورين برانچن جي عهديدارن شرڪت ڪئي،مشهور نعت خوان مظهر خاصخيلي، جنهن ۾ پهرين ۽ ٻين پوزيشن برانچ هگّورجا جي بالترتيب تنوير احمد ۽ عبدالواحيد، ٽين پوزيشن برانچ گلال محله جي نوجوان حافظ ياسين احمد ڪلهوڙي حاصل ڪئي.

***رپورٽ: عاقب علي سولنگي / ڪنب***

## عظيم الشان جشن عيد ميلاد النبي ۽ سالانه عرس مبارڪ خليفه سائين غلام قادر ميمڻ غفاري رح

تاريخ 16هين جنوري تي المرڪز غفاريه مورو ۾ خاص خليفي مرحوم سائين غلام قادر غفاري ميمڻ جن جي عرس مبارڪ ۽ عيد ميلاد النبي ﷺ جي حوالي سان عظيم الشان جلسو ٿي گذريو، جنهن ۾ پرپاسي جي ڪثير تعداد ۾عوام شرڪت ڪئي، جڏهن ته خاص خطاب جماعت جي روحاني رهبر حضرت محبوب سڄڻ سائين جن ڪرڻ فرمايو.

***رپورٽ: ربنواز چنه/مورو***

## ج.ا.م ڪنڊيارو پاران فيبروري جي رپورٽ

ج.ا. م برانچ ڪنڊيارو پاران فيبروري جي مهيني ۾ 4 هفتہ وار پروگرام ۽ 2 تربيتي پروگرام منعقد ڪيا ويا،جنهن جا موضوع شان غوث اعظم، تربيتي پروگرام ۾ جنازه، غسل، وضو، نماز جي اهميت، طريقہ ڪار تي روشني وڌي وئي.

*رپورٽ: سليم احمد ميمڻ. ج.ا.م ڪنڊيارو*

## 6 چڪ ۾ ج.ا.م جي برانچ کولي وئي

ج.ا.م ضلع نواب شاهہ جي صدر سائين عبدالجبار تنيي جي زيرنگراني وفد پاران برانچ 3چڪ /سهيلو جي عهديدارن مولوي محمد جاويد طاهري، حافظ غلام قادر بروهي، دوست علي مهر، ڊاڪٽر زاهد، ۽ ٻين پڻ شامل هئا.

*رپورٽ: دوست علي مهر / 3 چڪ / سهيلو دوڙ*

## صاحبزاده محمدجعفر طاهر صاحب جن جي دادو پهچي عذرخواهي

تاريخ 5 فيبروري تي صاحبزاده محمد جعفر طاهر صاحب جن ج.ا.م دادو پهچي سلسليوار الاصلاح جي سب ايڊيٽر طاهري عبدالله ڪوڪر جي سؤٹِ ۽ محمد انور ڪوڪر جي والده جي وفات تي ساٿن تعزيت جو اظهار ڪيو.

*رپورٽ: عبيدالله ڪوڪر/ دادو*

## ج.ا.م برانچ جمعو ڏوبل ۾ جلسو

ج.ا.م برانچ جمعو ڏوبل پاران ماهوار جلسو ٿي گذريو، تلاوت، نعت، منقبت ڪانپوءِ قاضي مشهود احمد قريشي، خليفہ محمد عظيم مهيسر، قاضي بشير احمد ۽ ٻين خطاب ڪيو.

*رپورٽ: ذوالفقار علي ڏوبل/پ س ج.ا.م جمع ڏوبل*

## ج.ا. م ضلع نوشهروفيروز پاران وڻڪاري مهم جو آغاز

جماعت جي سرپرست اعلىٰ حضرت محبوب سچڻ سائين جن جي هدايتن بعد ج. ا. م ضلع نوشهروفيروز پاران ضلعي جي سمورين44برانچز پاران پنهنجي پنهنجي علائقن، اسڪولن، ڪاليجن، روڊن رستن تي وڻڪاري مهم جو آغاز ڪيو ويوآهي، ان سلسلي ۾ مورو شهر ۾ جماعت جي ضلعي باڊي جي سهڪار سان وڻڪاري متعلق سيمينار منعقد ڪيو ويو جنهن ۾ وڻڪاري جي اهميت تي اڳواڻ روشني وجهندا.

***رپورٽ: طارق حسين منگي.ج.ا.م ضلع نوشهروفيروز***

## جماعت اصلاح المسلمين برانچ نوشهروفيروز پاران ماهوار جلسو منعقد

جماعت اصلاح المسلمين برانچ نوشهروفيروز پاران لنڊن واري مسجد نزد EFU آفيس ۾ ماهوار 14هين شريف جو پروگرام منعقد ڪيو ويو، جنهن ڪي ج. ا. م جي مرڪزي پريس سيڪريٽري حافظ هدايت الله سومري، ممتاز لانگاهه، جاويد ميمڻ،نظام الدين ڪلهوڙي ۽ ٻين خطاب ڪيو.

***رپورٽ: جاويد علي سومرو پ.س نوشهروفيروز***

## ساندڻ جهڙيون ڳالهيون

- ڪنهن جي اندر جو ظرف ڏسڻو هجي ته ان کي عزت ڏيو
- ڪنهن جي فطرت ڏسڻي هجي ته ان کي آزادي ڏيو
- ڪنهن جي خوبي ڏسڻي هجي ته ان سان ڪاڏو ڪائو
- ڪنهن جو صبر ڏسڻو هجي ته ان مٿان تنقيد ڪري ڏسو
- ڪنهن جي سچائي ڏسڻي هجي ته ان کان مشورو وٺو

چونڊ: محمد علي هاليپوٽو / نئون واهڻ




انچارج: عبيدالله ڪوڪر

## رحم ۽ ڪرم ۾ فرق

ڪنهن اهل الله کان پڇيو ويو ته رحم ۽ ڪرم ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ فرمايائون ته جيڪو طلب سان ملي اهو رحم ۽ جيڪو بغير طلب ڪرڻ جي عطا ٿئي اهو ڪرم آهي.

چونڊ: اشعر حسين عرف عمير ميمڻ/ دادو

## احاديث مبارڪ

*** جيڪو شخص يتيم کي پنهنجي کاڌي پيتي ۾ شريڪ ڪري، الله پاڪ ان لاءِ جنت واجب ڪري ٿو.

*** جڏهن 2 مسلمان پائر پاڻ ۾ ملي مصافحو (هٿ ملائڻ ڪن ٿا ته جدا ٿيڻ کان اڳ انهن کي بخش ڪيو ويندو آهي. (ترمذي شريف)

چونڊ: آصف علي قريشي طاهري / دادو

## سڀ کان وڌيڪ

- سڀ کان وڏو سهارو الله پاڪ آهي
- سڀ کان وڏي نعمت تندرستي آهي
- سڀ کان وڏي دولت ايمان آهي
- سڀ کان وڏي ڪاميابي نماز آهي
- سڀ کان وڏو طبيب پرهيز آهي
- سڀ کان وڏو هنر محنت آهي
- سڀ کان وڏو مرض لالچ آهي
- سڀ کان وڏو يقين تقوىٰ آهي
- سڀ کان انتقام معاف ڪرڻ آهي
- سڀ کان وڏو انعام دعا آهي

چونڊ: غلام شبير شيخ /دڙو شيخ دادو

## نينهن ۽ قرب

- نينهن هجي نماز سان
- قرب هجي قرآن سان
- ساهه هجي سجدي سان
- دل هجي درود سان
- ذات هجي ذڪر سان
- نِوڙت هجي نفل سان
- سارَ هجي سُنت سان
- فِراق هجي فرض سان
- محبت رک مدني منڙي محمد ﷺ سان

چونڊ: محمد احسن شر طاهري

## بهترين دوست

حضور نبي ڪريم ﷺ کان پڇيو ويو ته يارسول الله بهترين هم نشين ڪير آهن؟ فرمايائون اهڙا دوست جن کي ڏسڻ سان الله ياد اچي، جنهن جي گفتگو علم ۾ اضافو ڪري ۽ ان جو عمل آخرت جي ياد ڏياري.

چونڊ: شاهنواز چنه طاهري / دادو

## سچا موتي

- عقل جهڙي ڪا دولت ناهي.
- جهالت جهڙي ڪا غربت ناهي
- ادب، آداب جهڙو ڪو ورثو ناهي
- مشورو جهڙو ڪو مددگار ناهي.

چونڊ: نعمان جوکيو / ڊگري ڪاليج دادو

## قــــــول

عقلمند عاجز بڻجي عزت حاصل ڪندو آهي، بيوقوف تڪبر ڪري ذلت حاصل ڪندو آهي.

موڪليندڙ: ذاڪر ميمڻ طاهري / دادو

## سوالن جا درست جواب

(1) اسلامي جمهوريہ پاڪستان

(2) مولانا بشير احمد واڊو

(3) غوث اعظم سيدنا عبدالقادرجيلاني رح

(4) فقيرپور شريف

(5) حضرت محبوب سڄڻ سائين مدظلہ العالي

## انعامي سلسلي ۾ ڪوپن ڀريندڙ دوستن جا نالا

نعيم احمد قائمخاني، ڊاڪٽر سلمان احمد پٽني، زوجہ وفا شر طاهري، منير احمد شر، دوست علي مهر، راجہ شر، مسرور اسرار احمد، محمد احسن طاهري، محمد حسين سيال، جنيد احمد بروهي، عبدالرب رتڙ، نور مجتبیٰ راشدي. عبيدالله ڪوڪر، طيبه طاهري ڪوڪر، ممتاز سرهيو، خليل الرحمٰن گبول، نويد علي پرڳڙي، آصف علي قريشي، غلام مجتبيٰ ناريجو ۽ شفيق احمد وڳڻ.. صدام شربلوچ. عمران علي،

**انعام حاصل ڪندڙ خوشنصيب**

**محمد صالح پيرزادو/ ڪنڊيارو**






# سوالن جا جواب ڏيو

هيٺ ڏنل ڪجهه سوال رسالي مان ۽ ڪجهه سوال عام معلومات جا ڏنل آهن، هيٺين سوالن جا درست جواب اوهان 15 **اپريل** 2015 تائين الاصلاح جي ڏنل ايڊريس تي ڏياري موڪليو.

**نوٽ:** ڪوپن ڪانسواءِ حصو وٺندڙ کي انعامي مقابلي ۾ شامل نه ڪيو ويندو، جڏهن ته صحيح جواب اماڻيندڙن کي ڪڻي ذريعي انعام ڏنا ويندا. هي رسالو اوهان جو پنهنجو آهي، هن کي بهتر بڻائڻ ۽ عام ڪرڻ ۾ پنهنجي اخلاقي ذميواري محسوس ڪندا. (ادارو)

## ســـوال

سوال1: حضرت محبوب سڄڻ سائين جي پيدائش جي تاريخ ڪهڙي آهي؟

سوال2: جماعت جا 5 نقاطي پروگرام ڪهڙا آهن؟

سوال3: ڪتاب تحفة الطاهرين ڪنهن جو لکيل آهي؟

سوال4: جناب قاري غلام حسين صاحب جي وفات ڪڏهن ۽ ڪٿي ٿي؟

سوال5: گندي پاڻي جو صاف پاڻي ۾ گڏجڻ سان ڪهڙي بيماري ٿئي ٿي؟

ڪوپن نمبر 15

موڪليندڙ جو نالو:________________

جواب 1:________________

جواب 2:________________

جواب 3:________________

جواب 4:________________

جواب 5:________________



# Seminar On Career counseling For Medical, engineering & css

**Invited Speakers:**

| | |
|---|---|
| **Prof.Dr. Muhammad Shaban JokhioTahiri** | *PhD New Zealand* |
| **Engr.Muhammad Iftikhar Tahiri** | *MS NUST Islamabad* |
| **RaoAyaz Ahmed** | *ACCA* |
| **Dr. AhsenYasinTahiri** | *DPT LUMHS* |
| **Dr.AamirHussainTahiri** | *MBBS LUMHS* |
| **Dr.Aftab Ahmed Tahiri** | *MBBS LUMHS* |
| **Dr.Afzal Ahmed Tahiri** | *MBBS LUMHS* |

**TOPICS**

What is the meaning of literacy? What is a quality education?
Problems of education structure in Pakistan (copy culture, ratta-culture etc) and how to get out of this.
How to study and work smart?
Time and resource management?
Identifying the strengths and weakness and rectifying those.
How to plan your career well
Planning your career after matriculation or college.
Importance of English language.
Improving your reading, writing, listening and speaking skills.
How to be successful in life- staying focused on your aims
Role of spiritualism, i.e., ZikarQalbi, Muraqibah and company of righteous friends.
Admission process and future in Medical field in pakistan
What is MBBS,BDS,FCPS,DPT.
Public and private Universities offering engineering programs in Pakistan
Admission procedure to get admission in Engineering universities.

**Seminar**

**Host RTJ District Dadu**
Date:22th March 2015
Students OF X,XI, and XII.
Forms are Available at
Al-Islah Academy of Science Dadu
Muhammadi Book Store Dadu
**Contact: 0334-2823427,0333-7067925**

**Seminar**

**Host RTJ District Tando Allahyar**
Date: 15th March 2015
Venue: TandoAlhayar
Forms are Available at
**Contact: 0312-5848313, 0307-3250700**

**Organized by: ROOHANI TALABA JAMAAT PAKISTAN**